# تحفة المرشدين



با اهتمام


شمس الهند والسند

**حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول** قدس سرهٗ

لقب كوٽ ڌڻي (پنجون پير پاڳارو)

(١٢٧٩ھ ١٣٣٠)



سڪندريه پبليڪيشنز

جامعه راشديه درگاهه شريف پير جو گوٺ (ڪنگري)

ضلع خيرپور ميرس

١٤٢٩/٢٠٠٨

# تُحفة المُرشدين

باهتمام

شمس الهند والسند

حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ اول قدس سره

لقب ڪوٽ ڌڻي (پنجون پير پاڳارو)

(١٢٧٩هہ - ١٣٤٠هہ)

ترتيب


حافظ محمد يوسف پنيرو سڪندري



ناشر

سڪندريہ پبليڪيشنز

جامعہ راشديہ - درگاهہ مبارڪ پير سائين پاڳاره

١٤٢٩هہ / 2008ع

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | تحفة المرشدين (پنج گنج) |
| باهتمام: | حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڌڻي رحه |
| ترتيب اول: | مولوي فقير محمد رحيم راڄڙ رحه، حڪيم غلام نبي لاهوري |
| سال | ١٣٣٢هه/1914ع |
| ٻئي اشاعت باهتمام: | حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه ثاني ڇَٽ ڌڻي |
| ترتيب ثاني: | حافظ فقير محمد يوسف ڀنڀرو سڪندري |
| سال: | جولاءِ 2004/ جمادي الاول ١٤٢٥هه |
| ٽئين اشاعت: | رجب المرجب ١٤٢٧هه / آگسٽ 2006ع |
| چوٿين اشاعت: | رجب شريف ١٤٢٩هه / آگسٽ 2008ع |
| ڪمپوزنگ: | سهڻي پرنٽرز الهندو ڪچو حيدرآباد سنڌ |
| هديو: | =/60/روپيا |


## خاص تعاون

# حُر ڪمانڊر فقير خادم حسين آرادين

## (نارو)

هن ڪتاب جي اشاعت ۾ حُر جماعت جي معزز شخصيت ۽ حُر ڪمانڊر جناب فقير خادم حسين آرادين صاحب پنهنجي والدين جي ايصال ثواب لاءِ خاص تعاون ڪيو آهي. باري تعاليٰ پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جي صدقي ڪين دين، دنيا ۽ آخرت جون سعادتون ۽ برڪتون عطا فرمائي. (آمين)

## ملڻ جا هنڌ

جامعه راشديه درگاهه مبارڪ پير جو ڳوٺ، مرڪزي دفتر جمعيت علماءِ سڪندريه پير جو ڳوٺ، مدرسه صبغت الهدي نيو ڪالوني شاهپورچاڪر، رهبر روضي ڌڻي مسجد علي پيلس چوڪ قاسم آباد حيدرآباد، بوڪ اسٽال سنڌي ادبي بورڊ تلڪ چاڙهي حيدرآباد، مدرسه حزب الاسلام سنوڻا چوڪ پنوعاقل، مولابخش مهر سڪندري ڏهرڪي، حافظ رسول بخش رساڻ مدرسه صبغت الاسلام سانگهڙ، مولوي فقير عبدالله ڪوري سڪندري سليمان پهوڙ، حافظ محمد قاسم راڄڙ شهيد چوڪ ڪپرو، حافظ اميد علي راڄڙ صبغت النور ڪپرو، محمد رمضان مهر صبغت الاسلام سُوندر، عاجز منگي المهراڻ فائونڊيشن سانگهڙ، حافظ غلام مرتضيٰ سومرو صبغت الفيض سومر فقير هگورو، مفتي علي غلام سڪندري هٿونگو، حافظ عبيدالله ٻگهيو مورو، واحدبخش ڄڻ شاهپورچاڪر، فقير محمد اسماعيل چانگ ايم اي لطيف، غلام مصطفيٰ شر قادري جنت الفردوس قاسم آباد حيدرآباد، حافظ نور احمد سڪندري ڏوڪري، فقير عبدالحليم درس ٽيٽ ڀائي.

# انتساب

هن ڪتاب "تحفة المُرشدين" کي حُر جماعت جي روحاني رهبر مرشدنا اعليٰ حضرت سيد شاهه مردان شاهه ثاني پير سائين پاڳاره دامت برڪاتهم العاليه جن ڏانهن منسوب ڪجي ٿو. جن جو وجود مسعود ملڪ ۽ ملت لاءِ ابرِ رحمت آهي.

گر قبول افتد زهے عز و شرف

مسڪين نوشته است به زير درِ مغان
نوميد ڪس نميرود از آستانِ ما.

(مسڪين! ڪامل مُرشد جي دَروازي تي لکيو پيو آهي ته اسان جي آستاني تان ڪوبه نااميد ٿي نه موٽندو آهي).



چو خورشید حقیقت شد محمد راشد طالع

ز دُرج صبغت الله شاه علي گوهر بود لامع



# شجره نسب شريف
# خاندان عاليه پيران پاگاره دامت فيوضهم

سيدالانبياءوالمرسلين،
خاتم النبيين، رحمة للعالمين
حضرت سيدنا محمد مصطفي ﷺ
بنت
خاتون جنت حضرت
سيده فاطمة الزهراء رضي الله عنها
فرزند
شهيد كربلا حضرت
سيدنا امام حسين رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام زين العابدين رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام محمد باقر رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام جعفر صادق رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام موسيٰ كاظم رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام علي رضا رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيد حسين شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد عبدالله شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد هارون شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد حمزه شاه قدس سره
فرزند

حضرت سيد عمر شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد اسدالله شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد زيد شاه قدس سره
فرزند
حضرت عباس شاه قدس سره
فرزند
سيد علي مكي لكياري قدس سره
فرزند
حضرت سيد محمد احمد شاه المعروف
حضرت شاه صدرالدين لكياري (لكي
شاه صدر نزد سيوهڻ) قدس سره العزيز
فرزند
حضرت سيد محمود شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد بهاءالدين شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد شهاب الدين شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد فضل الله شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد عباس شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد ناصر الدين شاه قدس سره
فرزند
حضرت سيد مير علي شاه قدس سره
فرزند

حضرت سيد حسين شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد بولڻ شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد سنجر شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد ڪٽڻ شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد محمد عثمان شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد شڪرالله شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد فتح محمد شاهه قدس سره

فرزند

حضرت سيد محمد امام شاهه
لڪياري قدس سره

فرزند

شمس العارفين حضرت
پير سائين سيد محمد بقا شاهه شهيد
لقب پَٽ ڌڻي قدس سره

فرزند

امام العارفين مجدد العصر ،حضرت
پير سائين سيد محمد راشد، لقب
روضي ڌڻي قدس سره

فرزند

خليفة الله حضرت پير سائين سيد
صبغت الله شاهه اول "پهريون پير
پاڳارو" لقب تجر ڌڻي قدس سره

فرزند

زبده الواصلين حضرت پير سائين
سيد علي گوهر شاهه اول اصغر سائين،
لقب بنگلي "ٻيون پير پاڳارو" ڌڻي
قدس سره

فرزند

فخرالعاشقين حضرت پير سائين
سيد حزب الله شاهه "مسڪين"
لقب تخت ڌڻي "ٽيون پير پاڳارو"
قدس سره

فرزندان

(پهريون فرزند حضرت پير سائين
سيد علي گوهر شاهه ثاني لقب محافي
ڌڻي "چوٿون پير پاڳارو" قدس سره
سندس وصال بعد، سندن ڀاءُ پير سائين
شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڌڻي،
"پنجون پير پاڳارو" بڻيو)

عمدةالعلماءِ حضرت پير سائين سيد شاهه
مردان شاهه اول لقب ڪوٽ ڌڻي قدس سره

فرزند

شهيد حق و صداقت حضرت پير سائين
سيد حاجي محمد صبغت الله شاهه ثاني
لقب پڳ ڌڻي، سورهيه بادشاهه
شهيد قدس سره

فرزند

محسن ملڪ وملت مرشدنا اعليٰ
حضرت سيد سڪندر علي شاهه عرف
شاهه مردان شاهه ثاني لقب ڇَٽ ڌڻي
موجوده ستون پير سائين پاڳارو
دام اقباله



# فهرست

# دُعائيہ ڪلمات

اللهم صل علىٰ سيدنا و مولانا محمد وعلىٰ آله واصحابه وبارڪ وسلم

**آمابعد!**

خانقاهہ عاليہ راشديہ جي مشائخن ۽ بزرگن هميشہ عام مسلمانن ۽ خاص طرح جماعت جي اصلاح، هدايت، ترقي ۽ ڪاميابي لاءِ نيڪ مشورا ڏنا آهن. اسان بہ اوهان کي هر موقعي تي نيڪ مشورا ڏنا آهن تہ نماز ۽ صبح شام سلسلہ قادريہ جي ذڪر جي پابندي، الاهي احڪامن تي عمل جي استقامت، پاڙي وارن سان سهڻي سلوڪ، پاڻ ۾ اتفاق، محبت ۽ ڀلائي، اولاد کي سهڻي تعليم، خاص ڪري نياڻين کي بهتر تعليم، جهالت وارين ريتن رسمن کي ڇڏڻ، برن جي صحبت کان بچڻ، خانقاهہ جي مشائخن جي فڪر کي مضبوطيءَ سان وٺڻ، جماعت سان خيرخواهي، نيڪ نيتي ۽ خانقاهہ جي فيصلن ۽ مشورن تي عمل ڪرڻ ۾ جماعت جي ڀلائي ۽ ڪاميابي آهي. اميد تہ ٿي ڪجي تہ هنن نيڪ هدايتن تي نيڪ نيتيءَ سان عمل ڪرڻ سبب باري تعالىٰ جون خصوصي رحمتون، نوازشون ۽ برڪتون شامل حال ٿينديون، ڇو تہ باري تعالىٰ هميشہ هر سني، بااخلاق ۽ نيڪ نيت ماڻهوءَ کي نوازيندو آهي. والسلام



**سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني (پير سائين پاڳارو)**

سجاده نشين درگاهہ عاليہ راشديہ قادريہ (پيرجوڳوٺ)

28 ربيع الاول شريف 1425هہ

بمطابق 19 مئي 2004ع بروز اربع

بسم الله الرحمن الرحيم

# پنهنجي پاران

امام العارفين، محي الدين والسنة، حضرت مرشدنا پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره العزيز (متوفي ١٢٣٤هه) جن جي سموري زندگي دين اسلام جي تبليغ ۽ احياءِ سنت ۾ بسر ٿي ۽ پاڻ شريعت مطهره جي ڏگ ڪان ٿـڙي ويل، لکين انسانن کي صراط مستقيم سان لاتائون. اهڙيءَ طرح سندن خانقاه مبارڪ جي هر هڪ گادي نشين به پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ احياءِ دين وملت جو فريضو احسن طريقي سان سرانجام ڏنو. خانقاه عاليه راشديه جي پنجين گادي نشين شمس الهند والسند، حضرت پير روشن ضمير، پير سائين سيد شاه مردان شاه اول ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن به هڪ طرف جماعت جي ڏورانهن علائقن ۾ پهچي، سفر جون صعوبتون برداشت ڪري، جماعت تائين الله سبحانه و تعالىٰ ۽ ان جي محبوب نبي ﷺ جو پيغام پهچائيندا رهيا ته ٻئي طرف جماعت جي معاشرتي اصلاح، هدايت، نجات ۽ روحاني ترقي لاءِ مختلف ڪتاب ۽ رسالا پنهنجي ذاتي خرچ تي ڇپرائي، جماعت ۾ في سبيل الله تقسيم فرمايائون ۽ گڏوگڏ مولانا محمد صديق حيدرآبادي جو لکيل قرآن پاڪ جو تفسير "تفسير ڪوثر" ڇپرائي، اُهو به في سبيل الله تقسيم ڪرايائون. حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي رحمة الله عليه جن جا ڇپرايل اهي پنج ڪتاب بلڪل ناياب ٿي چڪا هئا، پر حسن اتفاق سان ڪجهه عرصو اڳ هن فقير کي اهي ناياب رسالا مدرسه صبغة الهدى شاهپورچاڪر (شاخ جامعه راشديه درگاه شريف) جي عظيم الشان لائبريري مان مليا. جيڪي استاذي المڪرم حضرت علامه قبله مفتي عبدالرحيم سڪندري صاحب جن جي خدمت ۾ پيش ڪيم ۽ پاڻ مون کي انهن رسالن جي نئين سر ترتيب جو امر ڪيائون. الحمدالله، اهي پنج ئي اهم رسالا گڏي هڪ ئي ڪتاب ۾ مدرسه صبغة الهدى شاهپورچاڪر طرفان شايع ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي. انهن ۾

پهريون رسالو "بيعت نامہ لهداية المريدين" مرشد سان بيعت ڪرڻ، مرشد ۽ مريد جي تعلق ۽ آدابن بابت آهي. ٻيون رسالو "قاطع البدعة في انتباه الغافلين" وقت جي غلط ريتن رسمن، بدعتن ۽ ڪبيره گناهن بابت لکيل آهي. ٽيون رسالو "برڪات النڪاح وآفات الزنا" نڪاح جي برڪتن ۽ زنا جي آفتن بابت ۽ انهن سان متعلق مسئلن بابت لکيل آهي. چوٿون رسالو "الزڪواة الواجب علي الموسرين" مالدارن مٿان زڪوات جي واجب هجڻ ۽ زڪوات جي ضروري مسئلن، قرباني ۽ عقيقہ بابت آهي. پنجون رسالو "تنبيه الابطله في حرمت مال ربويه" وياج ڏيڻ ۽ وٺڻ جي حرام هجڻ بابت آهي. اهي پنج ئي ڪتاب ۱۳۳۲هہ بمطابق 1914ع ۾ زبدة الحڪماء حڪيم غلام نبي لاهوري صاحب جي نگراني ۾ (يونين سٽيم پريس) لاهور مان شايع ڪيا ويا هئا. جن جو مصنف فقير محمد رحيم ولد محمد سليمان راڄڙ رحہ درگاهہ شريف جو مريد ۽ خادم هو. انهن رسالن جي ڪتابت حافظ محمد هارون ولد (مرحوم) حافظ محمد يوسف (ساڪن ٽکڙ، تعلقہ گوني ضلع حيدرآباد) جي ڪيل آهي. وياج جي حرمت واري رسالہ (تنبيه الابطله) جي آخر ۾ حضرت پير سائين ڪوٽ ڏٺي رحمة الله عليہ جن جي مهر مبارڪ بہ لڳل آهي. ان ڪان علاوه "برڪات النڪاح" رسالہ جي آخر ۾ حضرت علامہ مخدوم عبدالغفور همايوني رحمة الله عليہ جن جي تصحيح پڻ ٿيل آهي. هي پنج ئي رسالا موجوده دؤر جي اهم معاشرتي مسئلن جي حل ۾ انتهائي مفيد هجڻ ڪري، انهن کي هڪ دفعو وري خُرن جي روحاني رهبر، محسن ملڪ وملت، مرشدنا اعليٰ حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني ستين پڳ ڌڻي ادام الله فيوضاتهم جن جي نگاهہ فيضان سان ضروري اضافن سميت شايع ڪيو ويو آهي. منهنجي لاءِ اهو عظيم اعزاز آهي، جو مون کي اهي ڪتاب اسان جي مرشد ۽ روحاني رهبر اعليٰ حضرت پير سائين سردار جن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جو موقعو نصيب ٿيو ۽ پاڻ اهي رسالا ڏسي بي انتها خوشيءَ جي اظهار سان گڏ نہ فقط هن ڪتاب جي اشاعت جي اجازت ڏنائون، بلڪہ هن ڪتاب تي پنهنجي اُها خانداني مُهر مبارڪ لڳرائڻ جي عنايت پڻ ڪيائون، جيڪا اڳ ۾ اصل رسالن تي پير سائين ڪوٽ ڌڻي عليہ الرحمة جن لڳرائي هئي تہ جيئن اسان جا جماعتي

پاڻ ۽ عام مسلمان هنن رسالن جي اهميت ۽ افاديت کي سمجهندي منجهانئن فائدو حاصل ڪري دين، دنيا ۽ آخرت ۾ سرخرو ٿين.

آئون تهه دل سان متشڪر آهيان، جناب استاذي المڪرم علامه مفتي عبدالرحيم سڪندري، جناب شيخ الحديث علامه مفتي محمد رحيم سڪندري، فقير قربان علي سڪندري،استاذي مولانا حافظ محمد اعظم سڪندري، علامه عبدالوهاب سڪندري، فقير الهورايو سڪندري، ڊاڪٽر نذر حسين سڪندري، مفتي نورنبي سڪندري، مولانا شاهه محمد قاضي سڪندري، مولوي مُراد علي ميمڻ سڪندري، حافظ عبدالرزاق مهراڻ سڪندري ۽ والد محترم فقير مجاهد امام بخش پنيرو صاحب جو، جن هن ڪتاب جي ترتيب ۾ هر طرح جو تعاون ڪيو. ان کان علاوه آئون ممنون آهيان، چيف خليفي فقير قادربخش مگريو، خليفو وريام فقير خاصخيلي، فقير غلام حيدر مگريو، فقير حاجي محمد عُمر مگريو، فقير خضر حيات مگريو، فقير محمد عيسيٰ خان وساڻ، فقير خدابخش درس، فقير حاجي خيرمحمد مگريو، فقير خادم حسين آرادين، فقير گل محمد مهر، فقير عبدالله ڪوري سڪندري، فقير مولابخش مهر سڪندري جو، جيڪي هن نيڪ ڪم ۾ هميشه سهڪار ڪندا رهيا آهن.

الله تعاليٰ کان دُعا آهي ته رب ڪريم پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جي صدقي خانقاهه عاليه راشديه جي فيض ۽ فڪر کي قيامت تائين شاد ۽ آباد رکي. هر هڪ مؤمن مسلمان کي خصوصاً حضرت روضي ڌڻي رحمة الله عليه جي جماعت کي، سندن فيض مان مستفيض ٿيڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ اسان جي هي حقير محنت پنهنجي بارگاهه ۾ قبول فرمائي. (آمين)

خادم العلم

**فقير محمد يوسف پنيرو سڪندري**

ڳوٺ ٽيپري پنيرا - چور ڪينٽ، عمرڪوٽ

# مختصر سوانح حيات

## حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره العزيز

شمس الهند والسند، عمدة العلماء، ولي ڪامل، حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن جي ولادت باسعادت، فخرالعاشقين حضرت پير سائين سيد حزب الله شاهه "مسڪين" تخت ڌڻي قدس سره جن جي مبارڪ گهر ۾ ستين صفر 1279هه تي ٿي. پاڻ پير سائين تخت ڌڻي جا چوٿون نمبر فرزند هئا ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ حضرت پير سائين سيد علي گوهر شاهه ثاني محافي ڌڻي (چوٿين پير پاڳاري) قدس سره (جن کي نرينه اولاد نه هئي) جي وصال (1314هه / 1896ع) ڪان پوءِ 35 سالن جي عمر ۾ خانقاهه عاليه راشديه جا "پنجين پير پاڳاري" جي حيثيت ۾ مسند نشين ٿيا. حالانڪه پير سائين ڪوٽ ڌڻي ڪان عمر ۾ به ڀائر (علي مظفر شاهه ۽ علي اصغر شاهه) وڏا هئا پر پير سائين محافي ڌڻي قدس سره جن پير سائين ڪوٽ ڌڻي کي علم، ادب، اخلاق، صبر تحمل ۽ تقويٰ ۾ ڪامل هئڻ ڪري گهڻو پسند ڪندا هئا. جنهن ڪري پاڻ علالت دوران ئي خانقاهه جي مسند نشيني لاءِ سندن بابت وصيت فرمائي ڇڏي هئائون. پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن پنهنجي والد بزرگوار جي نگراني ۾ قرآن، حديث ۽ فقه جي اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ سندن ٻين استادن سڳورن ۾ مولانا نبي بخش ڪولاچي عليه الرحمة جو به ذڪر ملي ٿو. مسند نشيني ڪان پوءِ حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن ڪافي مشڪلاتن کي منهن ڏنو، هڪ طرف خانداني مخالفت ته ٻئي طرف انگريز سامراج جي سخت مخالفت هئي. مگر پاڻ مردانگيءَ ۽ بلند همتي سان سمورن مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ، صبر ۽ تحمل کاز ڪم ورتائون. پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن درگاهه مبارڪ جي اهم تعميراتي ڪم ۾ درگاهه مبارڪ جي چوڌاري هڪ مضبوط، شاهي برجن وارو ڪوٽ به تعمير ڪرايو ۽ روضي مبارڪ تي سونو ڇٽ ۽ سونيون نيلون چاڙهڻ سان گڏوگڏ مدرسه قادريه

(موجوده جامعہ راشديہ) جي توسيع جو ڪم، مسافرخانو ۽ مهمان خانو بہ ٺهرايائون. حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن انتهائي سخي، فياض، بهادر، علم دوست، حق گو، علم ۽ عالمن جا قدردان ۽ ايثار جا پيڪر هئا. پاڻ هر سال خانقاه عاليہ تي منعقد ٿيندڙ چئني عيدن (عيد ميلادالنبي ﷺ، عيد معراج النبي ﷺ، عيدالفطر ۽ عيدالاضحيٰ) جي بابرڪت موقعن تي، سونهاري سنڌ ۽ ٻاهر جي مشهور عالمن سڳورن کي خصوصي دعوتون ڏيئي گهرائيندا هئا ۽ انهن جي اچ وڃ ۽ سفر جو سمورو خرچ پاڻ برداشت ڪندا هئا. خاص ڪري ٢٧ رجب شريف جو ڏهاڙو انتهائي محبت، عقيدت ۽ جوش جذبي سان ملهائڻ جو اهڙو اهتمام ڪيائون، جو خانقاه حضرت روضي ڌڻي تي ملهائي ويندڙ "ستاويهين رجبي" جهڙي مانائتي محفل، سنڌ ۾ پيو ڪٿي بہ ڪانہ ٿي هني.

حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره طرفان مختلف عالمن، شاعرن، اديبن ۽ عام مسڪين مائهن لاءِ وظيفا پڻ مقرر هوندا هئا. پاڻ جماعت کي درگاه مبارڪ ۽ سفر ۾ دعوتن جي موقعن تي ذڪر وفڪر جي تلقين سان گڏ، بُراين ۽ گناهن کان بچڻ ۽ نيڪيءَ جي ڪمن جي بہ سختيءَ سان تلقين ڪندا هئا ۽ ان ئي سلسلي ۾ پاڻ مختلف اصلاحي ۽ فڪري ڪتاب ۽ رسالا لکرائي پنهنجي مُهر مبارڪ سان جماعت ۾ عام ڪيائون. پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره پنهنجي وڏي فرزند ميان حُسين علي شاه جي لاڏائي بعد تمام ڪمزور ٿي پيا ۽ مسلسل سندن طبيعت ناساز رهڻ لڳي ۽ پاڻ آخري وقت ۾ جماعت جي چند وڏن خليفن ۽ مُکن کي گهرائي پنهنجي ننڍڙي فرزند حضرت شهيد اعظم، امام انقلاب پير سائين سيد محمد صبغت الله شاه "ثاني" (سورهيہ بادشاه) جي مسند نشيني بابت وصيت ڪيائون.

حضرت پير سائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جن جو وصال ستين ربيع الاول ١٣٢٠ هہ تي ايڪهٺ سالن جي ڄمار ۾ ٿيو ۽ سندن وصال بعد حضرت پير سائين سورهيہ بادشاه شهيد قدس سره جن سجاده نشين ٿيا.



بسم الله الرحمن الرحيم

حضرت پير روشن ضمير، حضور پرنور، فيض گنجور، جناب مرشدنا وهادينا، پير سائين سيد شاهه مردان شاهه صاحب ادام الله فيوضاتهم جي ذات بابرڪات عالي صفات، هن وقت ممالڪ سنڌ ۽ هند وغيره ۾ ڪمال درجي باعث فيوض ۽ نعمتن خدا جي آهي، جو محض سندس ضمير پر تنوير جي روشنائي ڪان، هزارن جا هزار ماڻهو سعادتون ۽ روحاني فيض حاصل ڪري، فائز المرام ۽ واصل المقاصد دنيا ۽ آخرت جا ٿيا ۽ ٿيندا رهيا آهن.

ليڪن ازبسڪ في زماننا دنيا ۾ هڪ طوفان لا مذهبي ۽ بي ديني جو اهڙو برپا ٿيو آهي، جنهن جي سببان عموماً ملڪ جا ابنائي ملت ۽ خصوصاً هند ۽ سنڌ جي نوجوانن ۾، آزادي جي هوا مصداق خانه بربادي جي اهڙي پکڙجي ويني آهي، جنهن جو ذڪر بيان ڪان ٻاهر آهي ۽ اڪثر اوامر معروف ۽ منهيات منڪر جي شرعي حدن ڪي سخت گستاخي ۽ بي باڪي سان پنجي رهيا آهن. تنهن ڪري عالي حضور ممدوح جو توجهه مبارڪ هن طرف منعطف ٿيو ته ارباب ظاهر جي مسلمه اسبابن لاءِ مطابق طريقه مروجه دؤر حالي جي، ڪجهه هدايت ۽ تربيت جو سامان مهيا ڪجي، ته جيئن انهن ماڻهن تي پوري طرح اتمام حجت جو ٿئي. تنهن ڪري سندن ارشاد واجب الانقياد موجب هي سلسلو نصيحت انگيز ۽ عبرت آميز شروع ڪيو ويو آهي. انشاءالله هنن مضمونن تي يڪيبعد ديگري مختلف رسالا محققانه طور تي لکي، علي الترتيب شايع ۽ مشتهر ڪيا ويندا ۽ هن سڄي مهتمم بالشان ڪارروائي ۽ عظيم الشان ڪم جو سمورو مالي خرچ وغيره بہ حضور عالي، ازراهه فياضي ۽ دريا دلي جي، محض پنهنجي ذات مجمع المحسنات تي منظور فرمايو آهي. جنهن مان عام طرح سيني ملڪن ۽ شهرن جا ماڻهو مستفيض ۽ مستفيد ٿيندا. الحق سندن وجود مسعود ذي جود، اڄ ڪلهه في الواقع ابر رحمت خدا جو ۽ ڪکر فيضان نبوت ۽ ولايت جو آهي، پوءِ آئون سندن حڪم عالي موجب الله تعاليٰ جو مبارڪ نالو وٺي، هنن رسالن ڪي شروع ٿو ڪريان.

وما توفيقي الا بالله عليه توڪلت واليه انيب

الراقم

خاڪسار درگاهه عالي

بنده مؤلف رسالہ هذا

بسم الله الرحمن الرحيم

## الحمدلله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلواة والسلام علي رسوله سيدنا و مولانا محمد و عليٰ آله و اصحابه اجمعين.

اَما بعد: هن رسالہ "بيعت نامہ لهداية المريدين" ۾ "سلسلہ قادريہ راشديہ" ۾ هدايت جي واٽ جي طالبن ۽ مريدن جي بيعت ڪرڻ جي ان طريقي ڪي بيان ڪجي ٿو، جيڪو جناب مستطاب شمس الهند والسنڌ، حضرت پير سائين پاڳاري سيد شاهہ مردان شاهہ ڪوٽ ڌڻي قدس سره (سجاده نشين درگاهہ مبارڪ ڪنگري بادشاهہ پور تعلقہ روهڙي ضلع سکر نئون ملڪ سنڌ) جي خاندان مبارڪ جو آهي.

❀ سندن خانقاهہ مبارڪ تي جيڪي بہ بلصداقت شخص مريد ٿيڻ ۽ (قادري طريقي جي ذڪر جي) تلقين وٺي، بيعت ڪرڻ لاءِ طالب ٿي ايندا آهن تہ پهريان پاڻ اُنهن کي وضو ڪرائيندا آهن.

❀ وضو ڪرائڻ بعد طالبن کي پنهنجي سامهون گوڏا پيجي ويهاري، تي پيرا "استغفار" پڙهائيندا آهن، جيڪا هن طرح آهي:

"استغفرالله ربي من ڪل ذنب واتوب اليه"

(آئون پنهنجي رب کان سيني گناهن جي معافي ٿو گهران ۽ ان ڏانهن توبہ ٿو ڪريان)

❀ ان بعد طالبن کي فرمائيندا آهن تہ پنهنجيون اکيون ٻوٽي منهنجي (يعني مرشد جي) صورت دل ۾ تصور ۾ حاضر ڪيو.

❀ ان بعد پاڻ طالبن تي ڪجهہ ڪلام پڙهي دم ڪندا آهن ۽ فرمائيندا آهن تہ هاڻي اکيون کولي غور ۽ فڪر سان ٻڌو تہ الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ذڪر ڪرڻ مهل هميشہ اهو فڪر رکڻو آهي تہ الله هڪ آهي، الله باقي آهي، ٻئي هر شيءِ فاني آهي ۽ الله اسان کي ڏسي رهيو آهي.

❀ پوءِ هن طرح ذڪر ڪرڻ جو طريقو ڏسيندا آهن: فجر مهل ۽ سانجهيءَ نماز

بعد، دل جي حضور سان، ڪعبة الله شريف ڏي منهن ڪري، باادب ٿي ويهو. اول يارنهن ڀيرا سورة "اخلاص" يعني "قل هو الله احد" پڙهي، حضرت غوث اعظم بادشاهه پير سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي روح مبارڪ کي ثواب بخشيو.

❀ ان بعد وحدانيت جي ذڪر شريف جون چار تسبيحون بُلند آواز سان، دل تي ضرب هڻي پڙهو. اول هڪ هزار ڀيرا "لااله‌الاالله" جي تسبيح، پوءِ هزار ڀيرا "الاالله" جي، پوءِ هزار ڀيرا "الله" جي ۽ آخر ۾ هزار ڀيرا "هو" جي تسبيح ڪريو.

❀ اهي قادري طريقي جون چارئي تسبيحون ڪرڻ بعد، ڪنڌ جُهڪائي يا ڪنڌ مونن ۾ وجهي، اکيون ٻوٽي آرام ۽ سڪون سان مراقبو ڪيو ۽ مراقبي ۾ پنهنجي نسبت کي قائم رکندي، مرشد ڪامل جو تصور ڪري، سيني جي کاٻي پاسي ٻـُـبي کان ٻه آڱر هيٺ "قلب" تي توجهه ڏيڻ سان، اُن مان اسم ذات "الله" جو آواز نڪرندو ۽ پوءِ دنياوي مقصدن کي ڇڏي، فقط الله تعاليٰ جي قرب ۽ رضا جي حصول لاءِ دعا گهرو.

❀ اهڙيءَ طرح هر وقت ۽ هر ساعت ۾ اُٿي ويٺي الله تعاليٰ جل شانه جي ذڪر ۽ يادگيري ۾ مشغول رهجو.

# مريدن کي هدايتون

حضرت پير سائين قدس سره جن طالبن ۽ مريدن کي هر وقت ديني، دنياوي ۽ روحاني ترقي ۽ ڪاميابي لاءِ هدايتون ۽ مريدن جي اخلاقي سڌاري ۽ اصلاح لاءِ وقت بوقت وعظ ۽ نصيحت ڪندي هن طرح فرمائيندا آهن:

❀ گناهه جا ٻه قسم آهن: (1) صغيره گناهه (2) ڪبيره گناهه. انهن سيني گناهن کان بچڻ گهرجي، جيڪي دنيا ۾ آفتن، مصيبتن، بي برڪتي ۽ آخرت ۾ دردناڪ عذاب جو سبب بڻجن ٿا. شرڪ ڪرڻ، ريا ڪرڻ، ناحق خون، زنا، وياج، شراب، جوا، ڪوڙ ۽ گلا وغيره سيئي ڪبيره گناهه آهن، جن کان پاسو ڪرڻ ۽ پري ڀڄڻ سچن مريدن لاءِ ضروري آهي.

❀ حقن جا ٻه قسم آهن: (1) حقوق الله (2) حقوق العباد

**حقوق الله** : يعني الله جا حق، جيئن ڪلمو، نماز، روزو، زڪوات ۽ حج ادا ڪرڻ ۽ الله جي اوامر تي عمل ڪرڻ ۽ مناهي کان بچڻ. گويا الله جا حق ادا ڪرڻ آهي.

**حقوق العباد** : يعني ٻانهن جا حق، جيڪي پڻ لازمي ادا ڪرڻا آهن، ڇو ته ٻانهي جي توبهه تائب ٿيڻ ڪري، الله تعاليٰ پنهنجا حق معاف ڪري ڇڏيندو آهي، پر ٻانهن جا تلف ڪيل حق تيستائين معاف نه ڪندو آهي، جيستائين اهو حق تلفي ڪيل ٻانهو پاڻ معاف نه ڪري. "حقوق العباد" جا ڪيئي قسم آهن، جيئن: ماءُ پيءُ جا حق، اولاد جا حق، زال مڙس جا حق، مائٽن جا حق، پاڙيسرين جا حق، مرشد ۽ استاد جا حق وغيره، جيڪي هر هڪ مؤمن مسلمان کي لازمي ادا ڪرڻا آهن.

❀ مسلم شريف جي حديث آهي ته حضرت رسول الله ﷺ فرمايو: هڪ مسلمان جا ٻئي مسلمان تي پنج حق آهن: سلام جو جواب ڏيڻ ، مريض جي عيادت ڪرڻ ، جنازه سان گڏ وڃڻ، دعوت قبول ڪرڻ ۽ ڇڪ يا ننڇ جو (يرحمک الله) سان جواب ڏيڻ. ان کان علاوه مسلمان ڀاءُ جي عيبن تي پردو رکڻ، ان جي جائز مدد ۽ خيرخواهي ڪرڻ، ٻن وڙهندڙ مسلمانن ۾ صلح ڪرائڻ، وعده وفائي ڪرڻ ۽ سندس امانت ۾ خيانت نه ڪرڻ، ان جي حقوق ۾ شامل آهن.

❀ مريدن لاءِ اها هدايت آهي ته نصيحت جي نڪتن ۽ ڳالهين تي سچائي ۽ صداقت سان عمل ڪندا رهجو. ماڻهو گناهه جي ڪمن تي فخر ۽ وڏائي ڪندا آهن ۽ وڏي بهادري سمجهندا آهن، پر ائين ڪرڻ پيٽو گناهه ۽ ڪفر آهي ۽ رب ڪريم جي دربار ۾ سرڪش ۽ بي ادب ٿيڻ آهي ۽ اهڙو شخص رب جي رحمتن کان محروم هوندو آهي.

از خدا خواهيم توفيقِ ادب
بي ادب محروم ماند از فضل رب

(الله تعاليٰ کان ادب جي توفيق ٿا گهرون، ڇو ته بي ادب الله جي فضل ۽ ڪرم کان محروم هوندو آهي)

❀ وقت جي مسلمان حاڪمن جي جائز حڪمن ۽ قانونن جي پابندي ڪندا رهو.

جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي:

"اَطيعوا الله واطيعوا الرسول واولي الامر منكم"

(سورة نساء آيت 59)

(اطاعت ڪيو الله جي ۽ اطاعت ڪيو رسول جي ۽ انهن جي جيڪي اوهان مان معاملي جا والي آهن)

❀ زمين ۾ فتني ۽ فساد برپا ڪرڻ ۽ شور شرارتن کان بہ بچندا رهو. جيئن الله سائين فرمايو آهي:

"ولا تبغ الفساد في الارض ان الله لايحب المفسدين"

(سورت قصص آيت 77)

❀ اي عزيز! مرشد جي آڏو دل جي سچائي سان اچڻ گھرجي ۽ ادب ۽ احترام جو خاص خيال رکڻ گھرجي، ڇو تہ ان سان دين ۽ دنيا جا سيئي فائدا ۽ برڪتون حاصل ٿينديون آهن. مرشد سان بيعت ڪرڻ ۽ نسبت ڳنڍڻ بعد، نماز ۽ ذڪر جي پابندي ۽ مرشد جي ڪيل نصيحتن، هدايتن، فرمانن ۽ مرشد سان، الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي احڪامن تي عمل ڪرڻ جو واعدو ڪرڻ آهي ۽ واعدو پورو ڪرڻ، ايمان وارن لاءِ ضروري آهي، جيئن الله سائين فرمايو آهي:

"ياايهاالذين آمنو اوفوا بالعقود "

(سورة مائده آيت 1)

(اي ايمان وارو! پنهنجا واعدا پورا ڪريو)

۽ حديث شريف ۾ آهي:

لا ايمان لمن لا وعد له لا ايمان لمن لا عهد له

(جنهن ۾ واعدو نڀائڻ ناهي ان ۾ ايمان ناهي)

❀ تنهن ڪري ثابت ٿيو تہ جيڪو شخص طالب ۽ مريد هجڻ باوجود پنهنجي روحاني رهبر ۽ مرشد سان ڪيل واعدن کي پورو نٿو ڪري تہ اُهو ايمان جي ڪماليت کان بہ محروم آهي ۽ جيڪو ماڻهو پنهنجي ڪامل مرشد جي تعليم ۽ طريقي کان ڦٽڪي ويو تہ اهو صراط مستقيم کان بہ گمراهہ ٿي ويو ۽ گمراهہ ماڻهو ڪاٻہ هدايت لهي نہ سگهندو آهي.

قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي: ومن يضلل فلن تجد له وليا مرشدا

(سورة كهف آيت 17)

(۽ جيڪو گمراهه ٿيو پوءِ هرگز نه لهندين ان جي لاءِ ڪو مددگار ۽ هدايت ڏيندڙ)

❀ پر هڪ سچو طالب ۽ مريد جيڪو پنهنجي مرشد ۾ عقيدت رکندڙ ۽ ان جي قرآن ۽ سنت تي مبني تعليم جو پيروڪار آهي ته پوءِ اُهو قيامت جي ڏينهن به پنهنجي امام ۽ رهبر سان گڏ اُٿاريو ويندو.

قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

يوم ندعو كل اناس بامامهم

(سورة بني اسرائيل آيت 71)

(ان (قيامت جي) ڏينهن اسان سڀني ماڻهن کي سندن اڳواڻن، رهبرن سان گڏ اُٿاريندا سون).

❀ هڪ ڪامل مرشد ۽ روحاني رهبر، پانهي ۽ رب ڪريم جي وچ ۾ وصل يعني ميلاپ ۽ ڳانڍاپي جو وسيلو هوندو آهي ۽ وسيلي کان سواءِ حقيقي منزل ملڻ محال آهي.

قرآن پاڪ ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

ياايهاالذين آمنو اتقوا الله وابتغوا اليه الوسيلة

(سورة مائده آيت 35)

(اي ايمان وارؤ الله کان ڊڄو ۽ ان تائين پهچڻ لاءِ وسيلو ڳولهيو)

۽ اهو به ته جنهن ماڻهو جو ڪو به شيخ يا ڪامل مرشد نه هوندو آهي، ان کي شيطان پنهنجي ڄار ۾ آساني سان ڦاسائي ڇڏيندو آهي. مشهور قول پڻ آهي:

"من لا شيخ له فشيخه الشيطان"

(يعني: جنهن جو ڪو مُرشد ناهي، ان جو اڳواڻ شيطان هوندو آهي)

❀ اي عزيز! انسان جي ظاهر جي درستگي ۽ ان سان تعلق رکندڙ شرعي احڪامن جي تشريح ڄاڻڻ لاءِ جيئن چئن امامن مان ڪنهن هڪ جي تقليد ڪرڻ ۽ ان جي رهنمائي ۾ پنهنجي عبادتن ۽ معاملن کي صحيح ڪرڻ

ضروري آهي، تيئن انسان جي باطن جي اصلاح، نفس جي تزڪيہ، دل جي صفائي ۽ سلوڪ جي راهہ اختيار ڪرڻ لاءِ، هڪ ڪامل مرشد جي بيعت ڪرڻ بہ لازم آهي.

❀ مرشد جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي يا مرشد جي روبرو، باوضو ۽ باادب، دل جي خلوص ۽ سچائي سان، گناهہ جي ڪمن ڪان توبهہ تائب ٿيڻ، قلب جي تصفيہ ۽ نفس جي تزڪيہ لاءِ مرشد جي تعليم ۽ هدايتن، خاص طرح عقيدي جي اصلاح، نماز ۽ ذڪر الاهي تي عمل ڪرڻ جي واعدي ڪرڻ کي بيعت چئبو آهي.

❀ جيستائين ڪوبہ ماڻهو پنهنجي مرشد جي حڪمن تي عمل ڪري، پنهنجي رب پاڪ ۽ ان جي رسول ﷺ ڏانهن رجوع نٿو ڪري ۽ قرآن پاڪ جي حڪمن جي بجا آوري نٿو ڪري ۽ چوري، زنا، حرام خوري، شراب نوشي ۽ فتنن فسادن ڪان پاڻ کي نٿو بچائي، تيستائين ان کي منزل ملڻ محال آهي.

بقول حضرت شيخ سعدي جي:

خلاف پيمبر ڪسے رهہ گزيد
هر گز بمنزل نہ خواهد رسيد

(پيغمبر ڪريم ﷺ جي واٽ جي ابتڙ هلڻ وارو، ڪڏهن بہ منزل مقصود کي نہ رسي سگهندو)

❀ طالب ۽ مريد لاءِ اهو بہ ضروري آهي تہ: نيت هميشه صاف ۽ شفاف رکي، دل ۾ بغض، حسد، ساڙ ۽ بدنيتي بہ فيض جي حصول ڪان محروم رکندا آهن. ڪوبہ نيڪ عمل ٿورو ڪجي يا گهڻو فقط رضاءِ الاهي جو ذريعو سمجهي ڪرڻ گهرجي، جيئن حديث شريف ۾ آهي:

"نية المؤمن خير من عمله"

(مؤمن جي نيت، سندس عمل ڪان ڀلي آهي)

❀ اسان "خاندان عاليہ راشديہ" جا پير طريقت، اوهان مريدن کي هميشه اها هدايت ڪندا رهيا آهيون تہ اي مريدؤ، پنهنجي چال چلت سڌاريو، نہ ڪنهن کي ايذايو، نہ ڪنهن کي تڪليف ڏيو، نہ ڪنهن تي ظلم ڪريو،

نہ ڪنهن جو مال ڦٻايو، نہ شرڪ ڪريو، نہ ناحق خون ڪريو، پنج وقت نماز ۽ ہہ وقت ذڪر جي پابندي ڪريو. غريبن، مسڪينن، يتيمن ۽ بيواهن جي مدد ڪريو. پاڙي وارن سان چڱي نموني هلو، اولاد کي سهڻي تعليم ڏيو، برن ماڻهن جي صحبت کان بچو، مرشد جي نسبت کي قائم رکو، تہ انشاءالله رب رحمان ۽ ان جي محبوب رسول ﷺ جي رضامندي واري دولت بہ حاصل ٿيندي، ظاهري ۽ باطني درجن واري منزل بہ ميسر ٿيندي تہ مطلوب رهبر بہ اوهان کان راضي ٿيندو. دنيا ۾ وقت جي حاڪمن جي زير سايہ عزت سان زندگي جا ڏينهن گذرندا ۽ آخرت ۾ ابدي نعمتن جو سچو واعدو ٿيل آهي. تنهن ڪري ڪامل مرشد سان پڪي نسبت هجڻ بي حد ضروري آهي.

هر ڪہ او بي مرشدي در راه شد
اوز غولان گمرهي درچاه شد

(جنهن بہ بنا مرشد جي واٽ ورتي، اُهو گمراهيءَ جي کوھ ۾ ڪريو)

❀ جيڪڏهن ڪي ماڻهو اسان جي مٿين هدايتن تي عمل نہ ڪندا ۽ اسان جي جد امجد بزرگوار حضرت پير سائين روضي وارن عليہ الرحمة والغفران يا سلسلہ قادريہ جي ٻين بزرگن کان روحاني استعانت ۽ مدد گهرندا تہ انهن جي اها اُميد هرگز مقبول نہ ٿي سگهندي. ڇو تہ ڪامل مرشد جي ڏسيل دڳ ۽ فڪر کي ڇڏي، ٻيو رستو وٺڻ سان منزل حقيقي جو موتي هٿ اچڻ ناممڪن آهي. حضرت شيخ سعدي جي بقول:

ترسم نہ رسي بہ ڪعبہ اي اعرابي
ڪہ اين رہ ڪہ تومے روي بہ ترڪستان ست.

(اي اعرابي، ڪعبي کي نہ پُهچي سگهندين، ڇو تہ جيڪا واٽ ورتي اٿئي، سا تہ تُرڪستان ٿي وڃي)

❀ خانقاہ عاليہ راشديہ قادريہ جا اعليٰ ادنيٰ، ننڍا وڏا سيئي مريد هنن هدايتن کي پنهنجي پوري ڌيان ۽ سچائيءَ سان پڙهن ۽ عمل ڪن ۽ هر هڪ عام مؤمن مسلمان کي بہ نيڪ هدايتن تي عمل ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ سرخرو ٿيڻ گهرجي.

نصيحت كنمت بشنو و بهانه مگير
هر آنچه گويد ناصح مشفق بپذير.
(توکي جيڪا نصيحت ٿو ڪريان، اُها غور سان ٻُڌ ۽ بهانا نه بناءِ، جيڪي
ڪجهه ناصح چوي، اُن کي قبول ڪر)

❀ هر ڪم ۾ حضرت شافع المذنبين، رحمة للعالمين، سيدنا محمد مصطفيٰ ﷺ جي شريعت مطهره کي اکين آڏو رکڻ گهرجي، ڇو ته شريعت مصطفيٰ ﷺ، الله تعاليٰ تائين پهچڻ جو بنيادي دڳ آهي. باقي طريقت، حقيقت ۽ معرفت ان جون شاخون آهن. طالب ۽ مريد لاءِ لازم آهي ته پهريان شريعت واري ٿڙ کي مضبوط ۽ محڪم ڪري وٺي، ڇو ته شريعت تي ڪاربند ٿيڻ سان ان جي شاخن جو حاصل ٿيڻ آسان ٿي پوندو آهي.

❀ پنهنجي مرشد جي حڪمن ۽ هدايتن تي عمل ڪرڻ ضروري آهي. ٻئي جي مرشد جي گلا ۽ غيبت ڪرڻ، ڄڻ پنهنجي مرشد جي گلا ڪرڻ آهي. پنهنجي مرشد يا ڪنهن به الله جي ولي جي دربار، خانقاهه، اولاد، عزيزن ۽ قريبن جو ادب ۽ حياءُ رکڻ ضروري آهي.

❀ مرشد جي سامهون دنيا جي حصول جي درخواست ڪرڻ کان وڌيڪ بهتر اهو آهي ته مرشد کي فقط دُعا لاءِ باادب عرض ڪجي، ڇو ته صالحن جي دُعائن سان ئي دين ۽ دنيا جون برڪتون ۽ سعادتون حاصل ٿينديون آهن.

❀ مرشد جي بي ادبي ڪندڙ ۽ مرشد جي سامهون حجت ۽ دليري ڪندڙ، روحاني ترقي ۽ فيض جي حصول کان محروم رهندو آهي.

❀ دنيا جي زندگي تمام ٿورڙي آهي ۽ زندگي جي نعمت کي عيش پرستي ۽ خود پرستي ۾ بسر ڪرڻ بجاءِ، دنيا جي عارضي آسائشن ۾ محو ٿيڻ بجاءِ آخرت جي ابدي زندگي لاءِ نيڪ عملن جو ثمر ناهڻ گهرجي.

❀ دنيا ۾ هڪ اجنبي ۽ مسافر وانگر زندگي گذاريو، هڪ قيدي وانگر زندگي گذاريو، ڇو ته دنيا ۾ عيش ۽ آرام فقط ڪافرن لاءِ آهي ۽ ڪافر ئي دنيا کي سڀ ڪجهه سمجهن ٿا، پر هڪ مؤمن مسلمان جو هن دنيا ۾ رهڻ فقط الله جي رضا ڳولڻ، عبادت ڪرڻ، نيڪ عمل ڪرڻ ۽ حلال رزق ڪمائڻ لاءِ آهي.

❀ جيڪڏهن رب ڪريم ڪنهن ماڻهو کي مال ۽ دولت کان محروم ڪيو آهي

تہ اُهو بہ صبر ۽ شڪر ڪري، جو رب ڪريم ان کي آزمائشن کان بچائي ورتو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ "بيشڪ توهان جا مال ۽ اولاد آزمائش آهن".

❀ جنهن کي رب ڪريم مال ۽ دولت ڏني آهي تہ اُهو مال، ڌن ۽ دولت کي ذخيرو ڪري نہ رکي، بلڪہ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري. الله جي واٽ ۾ الله جي رضا لاءِ خرچ ڪرڻ سان دولت ڪتندي ناهي، بلڪہ وڌندي آهي، الله سائين قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو تہ: "مثال انهن ماڻهن جو جيڪي پنهنجا مال الله جي راهہ ۾ خرچ ڪندا آهن، اُن داڻي وانگر آهي جنهن مان ست سنگ ڦٽندا آهن ۽ هر سنگ ۾ هڪ سئو داڻا هجن ٿا، پر الله تعاليٰ جنهن لاءِ چاهي، ثواب کي اِجهان بہ ويڌو ڪندو آهي ۽ الله تعاليٰ ڪشادگي وارو ڄاڻيندڙ آهي". (سورت بقره آيت 261)

# حضرت غوث اعظم جا فرمان

قادري طريقي جا امام، حضرت محبوب سبحاني، غوث اعظم، سيدنا عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جن "غنية الطالبين" ۾ فرمائين ٿا:

❀ الله جي محبوب حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن کان صحابہ ڪرام ۽ صحابہ کان تابعين ۽ تابعين کان تبع تابعين پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ (ظاهري ۽ باطني) تعليم حاصل ڪئي. هر هڪ نبيءَ سڳوري جو ڪونہ ڪو اهڙو اصحابي ضرور هيو، جيڪو نبيءَ جي طريقي ۽ ان جي رهنمائي مطابق زندگي جو رستو طئي ڪندو رهيو ۽ پيغمبر جو جانشين ۽ قائم رهيو. جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام جو جاءِ نشين سندن خادم ۽ پاٽيجو حضرت يوشع بن نون هيو ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جا جاءِ نشين سندن حواري هيا ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن جو جاءِ نشين حضرت سيدنا ابو بڪر صديق رضي الله عنه ۽ ان بعد حضرت عمر فاروق رضي الله عنه، حضرت عثمان ذوالنورين ۽ حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنه هيا.

سيني ولين، ابدالن ۽ سچن ٻانهن جو سلسلو ائين ئي هلندو رهيو. ڪو استاد ٿيو تہ ڪو شاگرد (ڪو مرشد هيو تہ ڪو مريد) حضرت حسن بصري جو شاگرد حضرت عتبہ ٿيو، حضرت سري سقطي جو ارادتمند حضرت جنيد

بغدادي بڻيو. مشائخ (يعني مرشد سڳورا) ئي الله تعاليٰ تائين پهچڻ جو وسيلو ۽ ذريعو آهن ۽ الله وارن جي آستانن کان ئي بارگاهه ايزدي ۾ داخلا ملندي آهي، تنهن ڪري هر هڪ ماڻهو لاءِ مرشد جو هجڻ ضروري آهي.

## شريعت ۽ طريقت ٻه الڳ شيون ناهن

حضرت نبي آخر الزمان، سيدنا محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي "شريعت مطهره" کان مٿي ڪابه شيءِ ناهي. پيري مريدي جو سلسلو يا طريقت وغيره شريعت جون شاخون آهن ۽ شريعت مطهره کي پُٺي ڏيڻ وارو ڪڏهن به منزل تي پهچي نه سگهندو، بلڪه گمراهي ۾ غرق ٿي ويندو. حقيقي طريقت به شريعت کان جدا ناهي، جيڪا طريقت، شريعت مطهره (عليٰ صاحبها الصلوات والسلام) جي ابتڙ آهي، اها گمراهي آهي. ڇو ته طريقت جو مقصد ڪامل مرشد جي رهبري ۽ رهنمائي ۾، الله تعاليٰ جل شانه ۽ ان جي محبوب نبي ڪريم ﷺ جي بارگاهه ۾ مقبول ٿيڻ آهي.

❀ اسان جا مرشد پير سائين روضي ڌڻي قدس سره فرمائين ٿا ته "ظاهر وارا شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جو مثال هن طرح ڏيندا آهن ته شريعت سٿڻ (شلوار) جي مثال آهي ۽ طريقت پيراهڻ جي مثال آهي ۽ حقيقت چادر جهڙي ۽ معرفت دستار وانگر سمجهڻ گهرجي. پر اسان جو مذهب ۽ طريقو هي آهي جو "شريعت" جنهن کي اهل ظاهر سٿڻ ٿا سمجهن، اها اسان لاءِ دستار ۽ مٿي جو ڇت آهي".

اي عزيز! شريعت جو لحاظ اول رکڻ کپي، ڇو ته طريقت ۽ فقيري به شريعت کان ٻاهر ڪانه آهي، جيڪو شخص شريعت تي پورو ايندو ته حقيقت پاڻهي مٿس کلي پوندي.

❀ حضرت سيدنا جنيد بغدادي قدس سره جي خدمت ۾ ڪنهن ماڻهو معرفت بابت ڳالهائيندي چيو ته حضرتا! ڇا معرفت جا صاحب اهڙي به مقام تي پهچندا آهن، جتي انهن کي عمل جي ضرورت نه رهندي آهي ۽ اهي ظاهري اعمال کي ڇڏي ڏيندا آهن؟ حضرت جنيد فرمايو "اهڙو خيال ڪرڻ يا اهڙي ڳالهه تي يقين ڪرڻ وڏو گناهه آهي، جيڪڏهن آئون هزار سال زنده رهان ته،

فرض ۽ واجب ته وڏيون شيون آهن، پر نفل ۽ مستحبات کي به ڪنهن شرعي عذر کان سواءِ ترڪ نه ڪندس".

❀ حضرت خواجه نظام الدين اولياءِ قدس سره فرمائين ٿا ته "جيڪڏهن ڪو شخص روحاني ترقي ۾ حقيقت تائين پهچي وڃي ۽ اُتي ڪانئس ڪا خطا ٿي وڃي ۽ ان کي هيٺ ڪيرايو وڃي ته اُهو طريقت جي مقام ۾ ڪرندو ۽ جيڪڏهن طريقت ۾ ڪا غلطي ٿي ته اُهو شريعت ۾ ڪرندو، پر جيڪڏهن شريعت ۾ ڪا غلطي ٿي وڃي ته ان کان هيٺيون درجو جهنم ئي آهي، ان ڪري بزرگن چيو آهي ته سڀ کان اهم حفاظت شريعت جي ئي حفاظت آهي".

❀ حضرت ابو يزيد بسطامي قدس سره جن هڪ شخص سان ملاقات لاءِ ويا، جيڪو زهد ۽ ولايت جو دعويدار هيو. ان شخص حضرت بايزيد جي سامهون قبله شريف طرف ٿڪ اُڇلائي ته پاڻ فوراً واپس موٽي آيا ۽ فرمايائون ته هي شخص شريعت جي هڪ ادب جو امين ناهي ته رحماني رازن جو ڪيئن امين هوندو؟ حضرت بايزيد وڌيڪ فرمايو ته "جيڪڏهن اوهان ڪنهن کي هوا ۾ اُڏامندي ڏسو ته به ڌوکو نه کائجو، جيستائين ان کي شريعت مطهره جي ڪسوٽي تي نه پرکيو".

# ڪامل مرشد سان بيعت بابت

# حضرت روضي ڌڻي جو مڪتوب مبارڪ

سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ، جنهن اسان کي يقين واري واٽ تي استقامت جي هدايت فرمائي ۽ اسان جا سينا معرفت ۽ محبت جي نُور سان کوليائين ۽ اسان کي پنهنجي ديدار واسطي عاشقن جي جماعت مان بنايائين ۽ اسان کي پنهنجي محبوب نبيءِ آخرالزمان ﷺ جي متابعت عطا فرمايائين. صلاتون ۽ سلام سندس مخلوق مان پهلي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي هجن، جيڪو انساني رازن جو خزانو آهي ۽ پڻ ان جي آل ۽ اصحابن تي رحمتون هجن، جو اُهي هدايت ۽ معرفت جا ستارا آهن.

اَمابعد!: الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: "بيشڪ اُهي جيڪي تنهنجي بيعت ڪن

تا، اُهي حقيقت ۾ الله سان ئي بيعت ڪن ٿا، انهن جي هٿن تي الله جو هٿ آهي، پوءِ جنهن عهد ٽوڙيو، ان پنهنجي بُري عهد کي ٽوڙيو ۽ جنهن پورو ڪيو اُهو عهد جيڪو ان الله سان ڪيو هو ته تمام جلد الله ان کي وڏو ثواب ڏيندو“.

ٻئي هنڌ بہ الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: ”بيشڪ الله مؤمنن کان راضي ٿيو، جڏهن اُهي وڻ هيٺان تنهنجي بيعت ڪن پيا، پوءِ الله ظاهر ڪيو جو ڪجهہ انهن جي دلين ۾ هو ۽ پوءِ انهن تي اطمينان نازل ڪيائين ۽ انهن کي جلد اچڻ واري فتح جو انعام ڏنائين ۽ پڻ تمام گهڻيون غنيمتون جن کي اُهي وٺندا ۽ الله عزت ۽ حڪمت وارو آهي“. اهڙيءَ طرح ٻئي هنڌ قرآن ۾ آهي ته: ”اي نبي ﷺ! جڏهن توهان وٽ مسلمان عورتون، هن ڳالهہ تي بيعت ڪرڻ لاءِ حاضر ٿين ته الله سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪنديون ۽ چوري نہ ڪنديون ۽ زنا نہ ڪنديون ۽ نہ ڪو پنهنجي اولاد کي قتل ڪنديون ۽ نہ اهڙا بهتان آڻينديون، جنهن کي پنهنجي هٿن ۽ پيرن جي وچ ۾ ڪڍن (يعني پرايو ٻار ڪڻي مڙس کي ڏوکو نہ ڏينديون تہ ڪو اهو انهن جو پيٽ ڄائو آهي، جيئن جاهليت جي دؤر ۾ اُهو دستور هيو) ۽ نہ ڪو ڪنهن نيڪ ڳالهہ ۾ توهان جي نافرماني ڪنديون (تہ پوءِ تون انهن کان ضرور بيعت وٺ) ۽ الله کان انهن لاءِ مغفرت گهر، بيشڪ الله بخشڻ وارو مهربان آهي“.

ديني پاڙن جي جماعت ۽ يقين واري واٽ جي طالبن لاءِ لازم ۽ واجب آهي جو هو ڏسن تہ تابعداري ڪرڻ جي احڪامن کي مضبوطي سان وٺندڙ ۽ بيعت جي احڪامن تي ڀروسو ڪندڙن لاءِ رباني ڪلام جي آيتن ۾ وڏيڪ ثواب ملڻ ڏانهن اشارو (هن طرح) آهي تہ انهن جي هٿن تي الله جو هٿ آهي، جنهن پورو ڪيو، اُهو عهد، جيڪو ان الله سان ڪيو هو، تہ تمام جلد الله ان کي ثواب ڏيندو ۽ الله تعاليٰ جي فرمان کان ڦرندڙن لاءِ وري هن طرح ڌمڪي ۽ پلڪار آهي تہ جنهن عهد ٽوڙيو، ان پنهنجي بُري عهد کي ٽوڙيو (ان ڌمڪي کي) آڻي، دل ۾ پڪي طرح ويهاري، منع ڪيل ڪمن کان روڪيو ويو. مثال طور: الله سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪجو، ۽ الله جل شانه تي ڪوڙ نہ ٻڌجو، نہ ڪو مسلمانن تي ڪوڙ ۽ بهتان هڻجو، سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي بي فرماني کان بچجو ۽ شرعي احڪامن جي پوري ڪرڻ لاءِ (يقين واري واٽ جي طالبن کي) امر ٿيل آهي تہ شهادت جو ڪلمون پڙهو. پنج وقت

نماز ادا ڪريو، رمضان جا پورا روزا رکو، زڪوات ڏيو ۽ جيڪڏهن طاقت اٿئو ته بيت الله شريف جو حج ڪريو. اهڙيءَ طرح يقين واري واٽ جي طالبن کي سلف صالحين به هنن احڪامن جي وصيت ڪئي ته شهوت ۽ دنيا جون لذتون ڇڏيو، ڏارين عورتن سان صحبت نه ڪريو، غير ضروري دنياوي اسباب گڏ ڪرڻ ڇڏي ڏيو ۽ رات ڏينهن (هر وقت) الله جي ذڪر ۾ مشغول رهو، جيئن فرمان خداوندي آهي ته "بيشڪ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو ته تون قيام ڪرين ٿو، (رات جو جاڳين ٿو) ڪڏهن رات جي ٻن حصن جيترو، ڪڏهن آڌي رات جيترو، ته ڪڏهن ٽهائي جيترو" يعني رات جي ٽئين حصي ۾ تهجد جي نماز ادا ڪرڻ کان بعد ذڪر فڪر ۾ مشغول رهو ۽ ڏينهن جي پهرين يا پوئين چوٿائي ۾ ذڪر فڪر يا (نيڪن جي) صحبت ۽ وعظ ونصيحت ۾ مشغول ٿي (انهن احڪامن کي) بجا آڻيو. هن مضبوط رسي کي چنبڙي، دل ۽ جان سان ان جي طلب ڪندڙ ۽ خواهش ڪندڙ ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن وقت، ڪنهن به فرد کان انهن احڪامن منجهان ڪو به ڪم قضا ٿي وڃي ته الله تعاليٰ جي فرمان موجب ته "اي ايمان وارؤ! الله ڏانهن اهڙي توبه ڪريو جيڪا توبه سچي هجي" مخفي معاملن جي توبه بروقت مخفي طرح سان ۽ ظاهري معاملن جي توبه به بروقت ظاهري طرح سان ۽ پشيمان ٿي تائب ٿيڻ گهرجي.

پيمان مشکن که هر پيمان بشکست
از پاء در افتاد و برون رفت ازدست
آن راکه بود درست پيمان الست
نشکست بيهيچ حال هر عهد که بست

(انجام نه پڇ، چاڪاڻ ته جنهن به انجام ڀڳو، اُهو (گويا) پيرن ڀر ڪريو ۽ هٿن مان ويو، الست وارو انجام جنهن جو درست آهي، اُهو ڪنهن به حال ۾ ڪو به واعدو نه ڀڃندو)

ياالله! اسان کي آخرالزمان نبي ﷺ جي چڱي طرح متابعت نصيب فرماءِ ۽ اسان کان نبي ڪريم ﷺ ۽ سندس آل جي طفيل راضي ٿيءُ. اي وڏيڪ رحم فرمائڻ وارا، انهن سيني تي گهڻي کان گهڻا هميشه سلام موڪلندو رهه.

# مريدن کي زيارت ڪرائڻ ۾ حضرت غوث اعظم جو طريقو

حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحمةالله عليه پنهنجي ڪتاب "عوارف المعارف" ۾ لکن ٿا ته: حضرت سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رحمةالله عليه وٽ جڏهن ڪو درويش يا فقير ملاقات ۽ زيارت لاءِ ايندو هو ته پهريان خادم وٽي کين اطلاع ڪندو هو، پوءِ پاڻ پنهنجي حُجري جو تورو دروازو کولي ٻاهر ايندا هئا ۽ ان فقير سان هٿ ملائي سلام ڪري واپس هليا ويندا هئا ۽ ان وٽ ويهندا ڪونه هئا. مگر جڏهن ڪو غير فقير (يعني عام دنيادار ماڻهو) سائڻن ملاقات لاءِ ايندو هو ته پاڻ ان سان ويهندا ۽ ڪچهري ڪندا هئا. هڪڙي فقير کي سندن اهو طريقه ڪار پسند نه آيو ته پاڻ مريد ۽ فقير سان ته نٿا ويهن بلڪ هڪ عام ماڻهو (غير فقير) سان ويهن ٿا. فقير جي دل ۾ پيدا ٿيل اها ڳالهه حضرت غوث اعظم کي ڪشف ذريعي معلوم ٿي وئي ۽ پاڻ فوراً فرمايائون "هڪ درويش، فقير ۽ مريد سان اسان جو دلي تعلق ۽ روحاني رشتو آهي ۽ اهو اسان جي اهل منجهان آهي، ان ڪري فقيرن سان اسان جو اهو دلي تعلق ڪافي آهي ۽ اسان دلي موافقت تي ئي اڪتفا ڪندا آهيون، مگر جيڪي فقيرن ۽ ظاهري رسمن ۽ سواءِ ديندار ۽ عام ماڻهو آهن، ته انهن سان ظاهري رسمن ۽ معاشرتي طرز مطابق پيش ايندا آهيون، ڇو ته انهن سان اسان جو ڪوبه روحاني رشتو ناهي". تنهن ڪري حقيقت جي طالب لاءِ ضروري آهي ته مرشد سان ادب جي حدن جو لحاظ رکندي پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي سينگاري.

اي عزيز! حضرت غوث اعظم جي فرمان مان ظاهر آهي ته هڪ سچي مريد ۽ فقير جو پنهنجي مرشد سان روحاني تعلق ۽ رشتو هوندو آهي ۽ مريد جو ظاهري ۽ باطني حال ڪامل مرشد کان مخفي ناهي هوندو ۽ سچي ارادتمند ۽ ويساهه واري فقير سان مرشد جي روحاني امداد هميشه گڏ هوندي آهي.

# مرشد ۽ مريد جي آداب بابت مختلف اقوال

❀ حضرت ذوالنون مصري قدس سره فرمائي ٿو تہ "جڏهن ڪو بہ مريد ادب ۽ حيا جو خيال نٿو رکي تہ اُهو معرفت جي منزل تي پهچڻ بجاءِ انهيءَ ساڳي جڳهہ تي پهچي ٿو، جتان هليو هيو".

❀ حضرت عبدالله بن مبارڪ قدس سره فرمائي ٿو تہ: "اسان کي گهڻي علم حاصل ڪرڻ جي پيٽ ۾ ٿورڙي ادب حاصل ڪرڻ جي وڌيڪ ضرورت آهي".

❀ حضرت ابو علي رودباري قدس سره فرمايو تہ: "پانهو ادب جي ذريعي الله تعاليٰ سان ملندو آهي ۽ اطاعت جي ذريعي جنت تائين پهچندو آهي".

❀ امام محمد بن محمد غزالي عليہ الرحمة فرمائي ٿو تہ: "مرشد" اُهوئي ٿي سگهي ٿو جيڪو دنيا جي محبت ۽ دنياوي عزت ۽ مرتبي جي محبت کان خالي هجي ۽ ان جو سلسلو سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تائين پهچندو هجي ۽ ان ۾ عبادت الاهي جي تعميل سان گڏ سهڻا اخلاق بہ هجن ۽ صبر، شڪر، توڪل، يقين، سخاوت، قناعت، امانت، بردباري، انڪساري، فرمانبرداري، سچائي، حياءُ، وقار ۽ سڪون جي نعمتن سان مالامال هجي ۽ حسد، ڪنجوسي، بغض، لالچ، ڪاوڙ، سرڪشي ۽ دنيا جي محبت کان عاري هجي. جنهن بہ مريد کي اهڙو مرشد ملي وڃي تہ پوءِ مريد لاءِ ضروري آهي تہ مرشد جي تعليم تي عمل ڪرڻ سان گڏ مرشد جو ظاهري ۽ باطني ادب ڪري.

❀ امام عبدالوهاب شعراني قدس سره فرمائي ٿو تہ: "مرشد جي محبت جو مثال ڏاڪڻ وانگر آهي، جنهن جي ذريعي پانهو الله تعاليٰ جي بارگاهہ تائين پهچندو آهي، جيڪو مريد، مرشد جي محبت جي دعويٰ باوجود گناهہ نٿو ڇڏي تہ اُهو ڪوڙو مريد آهي".

❀ حضر شيخ عبدالرحمن عليہ الرحمة فرمائي ٿو تہ: "اي ماڻهوئو، توهان سچائي ۽ يقين سان بزرگن جي صحبت اختيار ڪيو، جيڪڏهن اُهي ڪنهن ظاهري سبب کان سواءِ بہ توهان تي ڪا زيادتي ڪن تہ بہ صبر ڪيو ۽ الله

وارن وٽ عاجزي سان اچو ته ڪامياب ٿيندؤ“.

❀ حضرت علي هجويري قدس سره فرمائي ٿو ته ”حضرت سيدنا جنيد بغدادي عليه الرحمة جو هڪ مريد ڪائنن ناراض ٿي ويو ۽ اهو سمجهڻ لڳو ته ان کي معرفت جو مقام حاصل ٿي ويو آهي، هاڻي مرشد جي ضرورت ناهي. هڪ ڏينهن اهو مريد حضرت جنيد بغدادي کان امتحان وٺڻ لاءِ آيو. حضرت جنيد ان جي دل جي ڪيفيت کان واقف ٿي ويا. ان شخص ڪائنن ڪا ڳالهه پڇي، پاڻ جواب ڏنائون ته تنهنجي ڳالهه جو لفظي جواب هي آهي ته جيڪڏهن تون پنهنجو امتحان ڪري وٺين ها ته منهنجي امتحان جي لاءِ نه اچين ها ۽ معنوي جواب هي آهي ته: آئون توکي ولايت کان خارج ٿو ڪريان. سندن انهيءَ جملي چوڻ کان فوراً بعد ان شخص جو چهرو ڪارو ٿي ويو ۽ حضرت جنيد فرمايو: توکي خبر ناهي ته الله جا ولي رازن کان واقف هوندا آهن“.

❀ حضرت علي مرصفي قدس سره فرمائين ٿا ته: ”مريد لاءِ ضروري آهي ته ڪڏهن به مرشد جي دربار ڏانهن پير ڏگها نه ڪري، رات هجي يا ڏينهن هر گهڙي مرشد ۽ مرشد سان نسبت رکندڙ شين جو ادب ڪري. گهڻن سچن مريدن کي ڏٺو ويو آهي ته هو مرشد جي ڳوٺ يا شهر ۾ ادب خاطر پيرا اگهاڙا ڪري هلندا آهن، مرشد جي موجودگي ۾ باوضو رهندا آهن ۽ مٿو ڍڪي هلندا آهن ۽ اهي سڀئي ڳالهيون مرشد جي ادب ۽ حياءَ ۾ شمار ڪيون وينديون آهن“.

❀ حضرت سيد علي بن وفا قدس سره فرمايو آهي ته: ”اي عزيز! توکي الله تعاليٰ جي واٽ ڏيکارڻ وارو تنهنجو ڪامل مرشد هڪ اهڙي اک آهي جنهن جي ذريعي الله تعاليٰ تو ڏانهن رحمت سان ڏسندو آهي ۽ اهڙو چهرو آهي جنهن جي ذريعي الله تعاليٰ تو ڏانهن توجهه جي مهرباني فرمائيندو آهي ۽ مرشد جي رضا سببان توتي راضي ٿيندو آهي ۽ ان جي ناراضگي سببان ناراض ٿيندو آهي“.

❀ امام عبدالوهاب شعراني قدس سره فرمائين ٿا ته: ”مرشد جي روبرو وڃڻ ۽ حجت ڪرڻ کان بچندا رهو، ڇو ته الله جي ولين جون دليون بادشاهن جي

دلين وانگر هونديون آهن، جيڪي حلم ۽ بردباري کان ناراضگيءَ ۽ سزا ڏانهن بہ منتقل ٿينديون آهن. حضرت شيخ سعدي بہ فرمائين ٿا تہ: "سمنڊ جي پيٽ ۾ بيشڪ وڏا خزانا ۽ نفعا آهن، پر سلامتي ان ۾ آهي تہ ڪناري تي هجي".

❀ سيد علي بن وفا قدس سره جن فرمائين ٿا تہ: "مرشد جي ظاهري شفقت، حوصلہ افزائي ۽ نوازشن کي مرشد جو رضامندو نہ سمجهو، بلڪ هر حال ۾ ادب، حياءَ ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪنڌ جهڪائيندا رهجو، ڇو تہ مرشد جي نگاهہ ڪڏهن وڏ ڦڙي مينهن وانگر وسندي آهي، تہ ڪڏهن وڄ وانگر ساڙي بہ ڇڏيندي آهي".

❀ حضرت سلطان باهو قدس سره فرمائين ٿا تہ: "عارف ۽ عاشق مرشد اُهو آهي جيڪو باطني توجهہ سان باطني طالب جي وجود مان چئن پکين کي ذبح ڪري، يعني شهوت جو مرغ، زينت جو مور، حرص جو ڪانوَ ۽ خواهش جو ڪبوتر. ان ڪان پوءِ طالب کي چار شيون عطا ڪري: نفس جي پاڪائي، قلب جي صفائي، روح جي روشنائي ۽ راز جي حفاظت".

❀ شيخ ابوالعباس مرسي قدس سره فرمائين ٿا تہ: "مريد اُهو ناهي، جيڪو پنهنجي مرشد تي فخر ڪري، پر مريد اُهو آهي جنهن تي مرشد فخر ڪري".

❀ سيد ابراهيم دسوقي عليہ الرحمة فرمائين ٿا تہ: "اي منهنجا مريد، جيڪڏهن تون مونسان سچو آهين ۽ مونسان ڪيل واعدن کي پورو ڪندڙ آهين تہ پوءِ ڪٿي بہ هُجين آئون تنهنجي اکين ۾ آهيان، آئون تنهنجي ظاهري ۽ باطني حواسن ۾ آهيان، پر جيڪڏهن تون سچو ناهين تہ آئون ويجهو هوندي بہ تو کان گهڻو پري آهيان".

❀ حضرت شيخ عبدالرحمن الجيلي قدس سره فرمائين ٿا تہ: "مرشد جي سامهون ادب ۽ احترام سان اچو، ڇو تہ جنهن بہ مرشد وٽ بي ادبي ڪئي، ان جو نالو مريدن جي دفتر مان ميٽجي ويو ۽ اُهو هميشہ نامراد ٿي ويو".

# مرشد ۽ مريدن جا آداب

امام العارفين، حضرت مرشدنا پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره "ملفوظات شريف" ۾ فرمائين ٿا ته:

❀ حضرت سرور ڪائنات، سيدالمرسلين ﷺ جي دؤر مبارڪ ۾ ۽ اصحابن سڳورن جي وقت شريف ۾ رڳي صحبت هوندي هئي ۽ صحبت کان سواءِ ٻيو ذڪر فڪر نه هو، اسان جي طريقي ۾ به صحبت آهي.

❀ مؤمن دوزخ جي مٿان رکيل پل صراط تان قيامت جي ڏينهن اچي لنگهندا، تڏهن دوزخ فرياد ڪندو ته اي مؤمن، جلدي لنگهي وڃ، ڇو ته تنهنجو نور منهنجي باهه اجهايو ٿو وجي. دنيا وارن جا خيال به دوزخ جي مثال آهن، پوءِ جڏهن ڪنهن اهل ڪمال جي صحبت ۾ ٿا اچن، تڏهن سندن واهيات خيالن وارو دوزخ به ڪمال وارن جي صحبت واري نُور سان اجهامي ٿو وڃي. اهڙن ڪماليت وارن لاءِ حديث شريف ۾ فضيلت بيان ڪيل آهي ته: "سندن ڏسڻ سان الله تعاليٰ جل شانه ياد ايندو آهي".

❀ طالب کي مرشد جي حضور ۾ اهڙو ٿي ويهڻ گهرجي، جو جيڪڏهن مٿان آسمان اچي ڪڙڪيس ته به اک نه ڦيرائي ۽ هيڏي هوڏي نه نهاري.

❀ طالب کي پنهنجي مرشد جي صحبت لازم ڪري وٺڻ گهرجي، بنا ضرورت جي هڪ گهڙي به ان کان جدا نه ٿئي.

❀ محراب فقير سنجراڻي حضرت پير سائين روضي وارن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا، ڪهڙو سبب آهي جو ڪي فقير ذڪر جي تلاوت به گهٽي پيا ڪن ۽ حضور مبارڪ ۾ سندن اچ وڃ به گهٽي آهي، پر مَنجهن باطني فيض جو ڪو خاص اثر ڪونه پيو ڏيکارجي؟ پاڻ فرمايائون ته: اي يار. رڳو ذڪر ته ملان به گهڻو ٿا ڪن ۽ اچ وڃ ۽ پنڌ ۾ قاصد به رات ڏينهن مشغول ٿا رهن، پر الله تعاليٰ سان واصل ٿيڻ لاءِ نفساني سَڌن جو ڪپڄڻ ضروري آهي، سو ماڻهن کان نفساني حرص ۽ خواهشون رڪجن ئي ڪونه ٿيون. تن ڪين مقصد کان روڪي ڇڏيو آهي. فقير عرض ڪيو ته: قبلا، نفساني سڌن جي ڪَپجي وڃڻ جو ڪهڙو رستو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته

"مرشد جي صورت هر وقت ڌيان ۾ رکڻ" فقير عرض ڪيو ته مُرشد جي صورت هر وقت ڌيان ۾ رکڻ ڪهڙي طرح حاصل ٿي سگهندي؟ پاڻ فرمايائون ته "مرشد جي گهڻي صحبت ڪرڻ سان، جا ڪبريت احمر ۽ اڪسير بي مثل آهي".

❀ مريد به مرشد جي اولاد آهي، جنهن مريد پير ڪان تلقين ورتي سو پُٽ جي مثال آهي ۽ جيڪو پير جي خليفي ڪان مشغول آهي ته اُهو پوٽي وانگر سمجهڻ گهرجي.

❀ جنهن مريد کي ذڪر فڪر جو گهڻو شوق هوندو ۽ عبادت ۽ رياضت جي مشغولي ۾ به ڪٽي محڪم هوندو، پر پنهنجي مرشد ڏانهن سندس ويساهه پورو ۽ ثابت قدم نه هوندو ته اُن مريد کي ڪڏهن به فيض جو پاڳو نه پهچي سگهندو، پر جي ڪو مريد سچي ويساهه ۽ محڪم عقيدي وارو هوندو ۽ ذڪر فڪر ۾ قصور پيو ڪندو ته اُهو مريد به نيٺ فيضياب ٿي ويندو.

❀ مريد کي پنهنجي مرشد سان اهڙو ته رابطو محڪم ڪرڻ کپي ۽ همت ۽ استعداد پيدا ڪرڻ گهرجيس، جو سندس ظاهري شڪل ۽ صورت به پير جي صورت جهڙي ٿي وڃي. جيئن هڪڙو شخص خواجه عبيدالله احرار قدس سره جو مريد هو. جنهن جي صورت خواجه ، جي صورت سان مشابهه هوندي هئي، پوءِ جڏهن خواجه صاحب هن دنيا مان رحلت فرمائي ته، انهيءَ مريد جي شڪل منجهي عين صورت خواجه جي ٿي وئي.

❀ مرشد ڪامل جي ظاهري صورت حضرت يوسف عليه السلام جي پهراڻ مثل آهي، جنهن جي وسيلي حضرت يعقوب عليه السلام کي اکين تي وجهڻ سان بصارت حاصل ٿي پئي هئي، پر شرط اهو آهي ته مريد کي پنهنجي مرشد سان ارادت ۽ صداقت ۽ محبت جو اهڙوئي حال هجي، جهڙو حضرت يعقوب عليه السلام جو حضرت يوسف عليه السلام جي عشق ۾ هيو، ته پوءِ مرشد جي صورت اُن لاءِ ساڳي قميص جي مثال آهي، پوءِ جڏهن ڪمال شوق ۽ محبت سان ان کي دل وارين اکين تي رکندو ته، اندر جي بصارت ڪُلي ڪيس حاصل ٿي ويندي ۽ پوءِ ڪيس هر شيءِ ۾ مرشد جي صورت ۽ جَلوو نظر ايندو.

❀ مرشد سان پڪي نسبت واري مريد جي نشاني اها آهي جو ڪٿي بہ پنهنجي پير ڀائي (جماعتي ڀاءُ) کي ڏسندو تہ ازخود سندس دل ان ڏانهن ڇڪجي ويندي.

❀ ڪامل مرشد ڪڪرن وانگر آهي، جيئن ڪڪر درياهہ مان پاڻي پيئي وسندا آهن، تيئن مرشد ڪامل بہ غيب الغيب درياهہ ڏانهن موتي، وحدت جا اسرار حاصل ڪري ٻين کي فيض بخشي ٿو.

❀ مرشد عالم أمر ۽ عالم خلق جو جامع آهي، جيڪو غيب جي خزاني مان راز ۽ اسرار حاصل ڪري، وري عالم خلق ۾ طالبن اڳيان ظاهر ڪرڻ فرمائي ٿو ۽ عشق ۽ شوق جي باهہ سندن ساهہ جي رڳن ۾ وجهي عالم أمر ڏانهن ڪين وٺي وڃي ٿو.

❀ مرشد کوهہ وانگر آهي ۽ جيڪو کوهہ ۾ پاڻي آهي اُهو خدا جي نُور وانگر آهي ۽ مريد دلي وانگر آهي ۽ ان جو ارادو رسي مثال آهي، جيڪڏهن هن دلي کي رسي سان کوهہ ۾ وجهبو تہ پاڻي سان ڀرجي ايندو.

❀ سيني مريدن جا روح ڪامل مرشد جي مٺ ۾ هوندا آهن ان ڪري اُهي اڳئي واقف آهن.

❀ مريد جڏهن گهڻي مسافري ڪري پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿئي ٿو، تہ ان وقت ئي ان تان سفر وارو حڪم لهي ويو ۽ هاڻي اُهو مقيم آهي، ان ڪان پوءِ جڏهن واپس وڃڻ جي اجازت وٺندو، ان وقت مسافرن مان ٿي پوندو.

❀ جيڪا بہ ڍڳي يا مينهن آهي، سا ڪير ڏيڻ وقت پنهنجي ڦرڙي کي سڃاڻي، ان لاءِ جيڪي بہ ڪير سندس جسم ۾ هوندو، سو لاهي ايندي.، پوءِ ان کان ٻيا ماڻهو ڪير ڏهي وٺندا آهن، باقي ٻني جي ڦر تي ڪڏهن بہ سندس ٿڻن ۾ ڪير نہ لهندو.

اي عزيز! ڦر مان مراد صاحب نسبت مريد آهي، ڇو تہ اُهو جنهن وقت پنهنجي مرشد جي حضور ۾ ٿو اچي تہ سندس اچڻ ڪري مرشد جي دل خوشي ۽ فرحت ۾ ڀرجي ٿي وڃي، پوءِ انهيءَ مريد لاءِ غيبي علم ۽ الاهي فيض مرشد تي وارد ٿين ٿا. جن کي مرشد انهيءَ مريد مٿان پلٽيندو آهي ۽ انهيءَ مريد جي طفيلي ٻيا حاضر مجلس جيڪي ماڻهو هوندا آهن، سي بہ انهن مان فيضياب ٿيندا آهن.

# مريدن لاءِ مرشد جي تڪليف جو سبب

اي عزيز! پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن هڪ پيري سفر تي نڪتا ۽ سفر جي تڪليف فرمائي، چند نوان مريد ڪرڻ لاءِ ديهه گوٺا ٺري آيا ۽ اُتي نوَ (9) ڄڻا سندن حلقهءِ ارادت ۾ داخل ٿي دست بيعت ٿيا. جڏهن پاڻ واپس آيا ته خليفي عارف بالله محمود فقير عرض ڪيو ته: قبلا، رڳو نوَ ڄڻن لاءِ حضور جن ايڏي تڪليف فرمائي؟ پير سائين روضي ڌڻي فرمايو: اي خليفا. هيترن کي ٿورو ٿو سمجهين؟ پوءِ پاڻ نقل بيان ڪندي فرمايائون ته: هيڪر حضرت جبرئيل عليه السلام کي غيب مان "لبيک يا عبدي" جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ته حيران ٿي ويو ته هي پيار مان سڏ جو جواب ڪنهن کي پيو ٿئي؟ ته ايتري ۾ هڪڙو ٻانهڻ نظر آيو جو هڪڙي بت جي اڳيان ويٺي "يا صنم يا صنم" جو وظيفو پڙهيائين، پر ڪنهن مهل ننڊ جي غلبي ڪان پُل ۾ "يا صمد" جو لفظ سندس وات مان نڪري وڃي پيو، انهيءَ جي ٿي جواب ۾ الله سبحانہ وتعاليٰ جي طرفان "لبيک يا عبدي" جو خطاب پيو اچي. جبرئيل عليه السلام جناب باري عزاسمہ ۾ عرض ڪيو ته يا رب، هي ٻانهڻ غفلت ۽ سهو جي ڪري تو کي سڏ تو ڪري، نه ڪه دل جي قرب سان؟ مٿان حڪم آيو "جيڪڏهن هو غفلت ۽ سهو جي ڪري اسان کي سڏي ٿو ته اسان ته غافل ۽ سهو ڪندڙ ڪونه آهيون". اهو نقل بيان ڪرڻ بعد پير سائين روضي ڌڻي فرمايو ته جيڪڏهن هڪڙي هندو ٻانهڻ جي سَهو واري سَڏ تي الله سبحانہ وتعاليٰ "لبيک يا عبدي" سان ورندي ٿو ڏئي ته پوءِ هي نوَ ڄڻا فقير، جڏهن ڇتيهه هزار ذڪر جا ڪندا، تن مان ڪيڏو نه وڏو فائدو حاصل ٿيندو".

سبحان الله، حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن فقط الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ ئي ڏورانهين سفر جون صعوبتون برداشت ڪندا هيا، ته جيئن حق جي وات کان ڀٽڪي ويل ۽ دربار خداوندي کان ڪٽجي ويل مخلوق، پنهنجي مٺڙي رب ڪريم سان واصل ٿئي. سندن نظر مبارڪ سفر جي تڪليفن تي ڪڏهن به نه رهي. بلڪ پاڻ نتيجي تي نظر ٽا رکن ته اهي نوَ مريد جڏهن سچي دل سان الله جي ذڪر جي تسبيح ڪندا ته رب رحمان

جي ڪيڏي نہ وسيع رحمت شامل حال ٿيندي. اي عـزيـز، حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي انهيءَ تلقين ۽ فڪر ۾ غور ۽ عمل ڪرڻ ۾ئي سچن مريدن جي ڪاميابي آهي.

# فيض کان محرومي

حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره فرمائين ٿا تہ: اڳين طالبن ۾ اهڙو اخلاص ۽ نيت جي سچائي ۽ ويساهہ هوندو هو، جو اُنن مان بہ الله تعاليٰ جل شانہ جي معرفت حاصل ڪري وٺندا هئا ۽ هن دؤر جا ماڻهو ويساهہ نہ هجڻ ۽ اوليائن سڳورن ۽ ڪامل مرشدن جي بي ادبي ڪرڻ ۽ حق بجا نہ آڻڻ سبب، فيض وارا نٿا ٿين، بلڪ محروم ۽ بدنصيب رهجي ٿا وڃن. اهڙن بي ادبن بابت قرآن شريف ۾ فرمايل آهي تہ " اي پيغمبر ڪريم ﷺ اُهي بي ادب ماڻهو ظاهر ۾ تہ توڏي نهارين پيا، پر حقيقت ۾ هو توکي بلڪل ڪونہ ٿا ڏسن" جو تہ سندن اندر واري اک ۽ بصيرت گم ٿيل آهي ۽ اهڙن ماڻهن جي بي نصيبي جو هي سبب آهي تہ سندن دليون ۽ نيتون صاف نہ هونديون آهن، حالانڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جي نظر ٻانهن جي دلين ۽ نيتن تي آهي، نہ ڪ ظاهري عملن جي مٿان. جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ: "بيشڪ الله پاڪ توهان جي صورتن ۽ اوهان جي عملن ڏانهن ڪو نہ ٿو نهاري، بلڪ سندس نظر اوهان جي دلين ۽ نيتن جي مٿان آهي". پني هنڌ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي تہ: "مؤمن جي نيت سندس عمل کان وڌيڪ موچاري آهي".

# حضرت روضي ڌڻي جو طريقو

حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جن وصال وقت پنهنجي صاحبزادن ۽ خليفن کي وصيت ڪندي فرمايو تہ:

❀ حاضر ۽ غائبن کي خبر هجي تہ اسان جو طريقو محمدي طريقو (عليٰ صاحبها الصلوات والسلام) آهي، جيڪو جهالت ۽ بدعت کان پاڪ آهي، جيڪڏهن هن سلسلي ۾ ڪو بدعتي ٿي پوي تہ انهيءَ کي جماعت مان خارج رکجو ۽ سائس ڪو لاڳاپو نہ رکجو ۽ انهيءَ هدايت تي عمل ڪجو ۽

استقامت رکجو.

❀ هڪ ڀيري پير سائين روضي ڌڻي قدس سره ڪنهن سفر ۾ ٻن پهرن جو هڪ هنڌ منزل انداز هيا ۽ فقيرن جي سموري جماعت ننڊ پئي هئي، پاڻ اُتي ويٺا هئا تہ ايتري ۾ هڪڙو اڻ واقف ماڻهو حضور ۾ لنگهي آيو ۽ پير سائين کان پڇيائين تہ اي فقير، توهان جو پير اوهان کي ڪهڙي تلقين ڪندو آهي؟ پير سائين جواب ڏنو تہ: پير اسان کي هي تلقين ڪندو آهي تہ روزانو پنج وقت نماز ۽ چار هزار ذڪر جا پڙهندا ڪيو ۽ ٿلهي ماني کائي، مٿي هيٺيان هٿ رکي سمهي پوندا ڪريو.

❀ هيڪر پير سائين روضي وارن قدس سره جمعي نماز کان پوءِ ڪرسي تي ويهي وعظ فرمايو، جنهن ۾ ذڪر "لااله‌الاالله" جي ڀلائي ۽ درودشريف جي فضيلت بابت بيان هو، پاڻ جڏهن وعظ کان واندا ٿي ڪرسي تان هيٺ لٿا تڏهن فرمايائون: "اي يارو، ٻڌو، الله تبارڪ وتعاليٰ اسان سان واعدو ڪيو آهي ۽ اسان اوهان سان واعدو ٿا ڪريون تہ: جيڪو شخص هميشه ذڪر جي تلاوت ڪندو رهندو تہ سڪرات محل توڙي قبر ۽ قيامت ۾ اُن جي ايمان ۽ بخشش جا ضامن اسين آهيون".

# نفس جي خراب عادتن کان بچو

امام العارفين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جن مرشد سان بيعت ڪرڻ بعد، هڪ سچي مريد لاءِ اها تلقين فرمائيندا هيا تہ حقيقي منزل ملڻ واري راهہ ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ نفس جي خراب عادتن جو هجڻ آهي. جيستائين طالب مان اُهي نفساني خراب عادتون ختم نہ ٿينديون، تيستائين منزل مقصود جو گوهر هٿ اچي نہ سگهندو. تنهن ڪري سچن مريدن لاءِ ضروري آهي تہ انهن خراب عادتن کان پاڻ بچائن، اُهي هي آهن:

❀ انهن مان هڪ هي آهي جو، نفس هميشه سڌن ۽ حرص جو پوڄاري رهندو آهي، ڇاڪاڻ تہ نفس هميشه اهو پيو گهرندو آهي تہ پنهنجو قدم شهوتن ۽ لذت وارين شين ڏانهن وڌائي ۽ طبعي مرادن کي بغل ۾ جهلي ۽ سڌن جي

پوري پوري اطاعت ۽ فرمانبرداري لاءِ ڪمربستہ ڪندو آهي. ان سببان حق تعاليٰ جي عبادت ۾ غير کي شريڪ ڪندو آهي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ" ڇا تو ڏٺو اُن کي، جنهن پنهنجي خواهش کي معبود بنايو" نفس مان اها بڇڙي عادت، سواءِ زهد ۽ محبت الاهي جي نہ ويندي.

❀ نفس جي ٻي خراب عادت هي آهي، جو ان ۾ منافقي هوندي آهي، ان جو ظاهر، باطن جي موافق نہ هوندو آهي. ماڻهن جي سامهون ۽ پريٺ هڪ جهڙو نہ هوندو آهي، انهن جي سامهون تہ سچائيءَ جو اظهار ڪندو آهي، ليڪن انهن جي پريٺ وري ان جي اُبتڙ ڪندو آهي، نفس مان اها خراب عادت صدق (سچائي) کان سواءِ ڪانہ نڪرندي.

❀ نفس جي ٽئين خراب عادت رياءُ آهي، جو هو هميشه هن خيال ۾ هوندو آهي تہ پاڻ کي ماڻهن جي نظر ۾ واڪاڻ سان سينگاري ۽ اُهي ڪم توڙي جو الله تعاليٰ کي پسند نہ هجن ۽ هو حتي المقدور پنهنجي عيبن کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ خوبين کي وري ظاهر ڪندو آهي. سندس بُرائيون، اهل حقيقت ۽ بصيرت وارن کان رياءَ جي ڪري مخفي ڪو نہ هونديون آهن. البتہ گهٽ نظر وارن ۽ ٻاراڻي طبيعت وارن جي نظر کان مخفي ٿي سگهن ٿيون. بصيرت وارن کي تہ ان جي بُڇڙائي گهٽي ڏسڻ ۾ ايندي، ان رياءَ واري ماڻهوءَ جو مثال ان بد صورت پوڙهي عورت جهڙو آهي، جيڪا پاڻ کي ڳهڻ ڳٺڻ ۽ سٺن ڪپڙن ۽ ميندي ۽ خضاب سان سينگاري ٿي ٻارن کي ان پوڙهي عورت جو سينگار تہ سٺو ڏسڻ ۾ ايندو، پر عقلمندن کي اُن کان نفرت پئي ايندي.

❀ نفس جي چوٿين خراب عادت رئيس ۽ وڏي هجڻ جي دعوي ڪرڻ آهي. نفس هميشه ان ڳالهہ جو خواهشمند رهندو آهي تہ ماڻهو سندن چوڻ آکڻ ۾ رهن ۽ سندس ئي صحبت ۾ رهن ۽ ٻئي ڪنهن ڏانهن بہ نہ ڏسن ۽ ان کان ئي ڊڄندا رهن ۽ هر قسم جي ڏک ۽ مصيبت ۾ ماڻهو ان جا محتاج ٿي، سندس رحمت واري پلاند کي جهلين. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي (مصيبت ۽ ڏک جي وقت ۾ پنهنجي رحمت واري پلاند جهلڻ لاءِ) فرمائيندو آهي تہ هن جو نفس بہ ائين ئي چاهيندو آهي. اها صفت "الہ" هجڻ جي

دعـويٰ واري مـعنيٰ ۾ آهـــي ۽ الله تعـالـــيٰ ســان جنگ ڪرڻ جي برابر آهي. نفس جي اها بڇڙي صفت، صفات الاهي جي تجلين حاصل ڪرڻ کان سواءِ نه ويندي.

❀ نفس جي پنجين خراب عادت (فخر تڪبر) ۽ پاڻ پيائڻ آهي. نفس هميشه پنهنجي خـوبين کي پنهنجي نظر ۾ وڏو ڏسندو رهندو آهي. ان جي هٿان ڪنهن کي ڪا ٿوري شيءِ ملي ته ان کي هو تمام وزني سمجهندو آهي ۽ سالن جا سال ان کي نه وساريندو آهي ۽ ان شخص کي احسان ۾ گهيل پيو ڄاڻيندو، پر جيڪڏهن ٻني جي هٿان ڪيس ڪيتري به گهڻي چڱائي پهتي هوندي ته ان کي هو ڪنهن به اعتبار ۾ نه آڻيندو. جيئن سرور ڪائنات ﷺ فرمايو آهي ته: "ٽي شيون انسان کي هلاڪ ڪندڙ آهي: (1) حرص جي تابعداري (2) سڌن جي پٺيان لڳڻ (3) مرد جو پاڻ کي پيائڻ. عارفن جو چوڻ آهي: نفس ڏانهن پنهنجي نظر رکڻ شرڪ آهي ۽ ان کان نظر ڪٽڻ عبادت آهي، نفس جي اها بد صفت پاڻ کي گهٽ (حقير) سمجهڻ سان ئي ختم ٿيندي.

❀ نفس جي ڇهين خراب عادت بخل ۽ هٿ بند رکڻ جي آهي. اُهو خواهش ۽ مال واسباب ۾ شهوت جي حد تائين چنبا وجهندو آهي، ان لاءِ ته جيئن ٻين کان مال گهڻو گڏ ڪري ۽ فخر ڏيکاري يا وري محتاجي ۽ سُڃي ٿيڻ جي خوف سببان مال مان هٿ نٿو ڪڍي. نفس ۾ جڏهن اها صفت زور وٺندي آهي ته ان مان حسد پيدا ٿي پوندو آهي، ڇاڪاڻ ته حاسد، جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن نعمت سان مالا مال ڏسندو آهي ته اُن جي ختم ٿيڻ جي طلب ڪندو آهي ۽ هو نه گهرندو آهي تـه ڪا شيءِ ڪنهن وٽ هجي، پوءِ اهڙيءَ طرح هو ٻين جي مال ۾ به بخل ڪندو آهي، جڏهن اها صفت مضبوط ٿيندي آهي ته ڪينو ۽ بغض پيدا ٿي پوندو آهي، پوءِ جڏهن ڪنهن شخص کي دنياوي نعمتن ۾ پاڻ جهڙو يا پاڻ کان وڌيڪ ڏسندو آهي ته هر وقت ان جو زوال چاهيندو آهي. نفس جي اها خراب عادت يقين واري نُور جي غلبي سان ئي ختم ٿيندي آهي.

❀ نفس جي ستين خراب عادت حرص ۽ لالچ آهي، نفس هميشه شهوتن ۽

لذتن ڏانهن لاڙو ڪندڙ ۽ ڇڪائيندڙ هوندو آهي. اعتدال ۽ وچٿري حد تي ڪيس ٽڪاءُ نہ هوندو آهي ۽ سندس حرص واري گڄي ڪنهن بہ شيءِ سان نٿي ڀرجي، جيسين هلاڪت (موت) ڪي وجي پهچي. نفس جي اُها بد صفت تقويٰ ۽ پرهيزگاري ڪان سواءِ ختم نہ ٿيندي.

❀ نفس جي ائين خراب عادت ڪاوڙ ۽ جلدبازي آهي، ان حالت ۾ هو ڪنهن بہ شيءِ تي اطمينان ڪونہ ڪندو آهي. دلي شهوتن ۽ قولي، فعلي سڌن جي خيالن اچڻ وقت انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ قسم جي دير نہ ڪندو آهي ۽ چاهيندو آهي تہ هاڻي جو هاڻي سندس مرادون پوريون ٿين ۽ پوءِ مرادن جي نفعي لاءِ جهيڙو ۽ جلدبازي بہ ڪندو آهي، نفس مان اها خراب عادت صبر ڪان سواءِ نہ ويندي.

❀ نفس جي نائين خراب عادت جلدي غمگين ٿيڻ آهي، ان کي (انهن شين ڪان جيڪي سندس مرضي موافق نہ هونديون) جلد بيقراري ٿي پوندي آهي، ڪوڙو گمان ڪيس اهڙو ڏيکاءُ ڏئي ٿو تہ هُو حال وارا ڪم ڇڏي ڏئي ۽ صرف قال وارا ڪم ٿي سندس لاءِ جمعيت قرار ۽ بي پرواهي جو سبب ٿيندا، پر ڪيس اها خبر نہ آهي تہ اهڙي قسم جا گمان ڪيس ڪڏهن بہ مقصود تائين ڪونہ پهچائيندا ۽ گهڻو ڪري اهي گمان مرادن جي خلاف واقع ٿي پوندا آهن، جيڪڏهن اتفاقيہ هڪ ڀيرو ڪابہ سندس مراد پوري ٿي بہ پوي تہ سندس ساڳئي پسنديده مراد ان لاءِ خوفناڪ ٿي پوندي. ان مصيبت ڪان ڇوٽڪاري جي صورت مستقل شڪراني ڪان سواءِ نہ ٿيندي.

❀ نفس جي ڏهين خراب عادت سستي آهي، ڇاڪاڻ تہ نفس جهڙي طرح شهوتن ۽ مرادن کي حاصل ڪرڻ ۾ تکڙ ڪندو آهي، تيئن وري عبادت ۽ چڱن ڪمن ۾ سست ۽ دير ڪندڙ هوندو آهي. اها بد صفت نفس مان گهڻي رياضت ۽ سخت مجاهدن ڪرڻ ڪان سواءِ نہ ويندي، ڇاڪاڻ تہ طبيعت ۾ جيڪا پيدائشي ٽڏائي ۽ خشڪي آهي، ان کي گهڻي رياضت ۽ سخت مجاهدن ڪرڻ سان ٿي ختم ڪبو آهي، پڻ اُهي (رياضت ۽ مجاهدو) ان کي امرن قبول ڪرڻ ۽ احڪامن جي تابعداري ڪرڻ لاءِ نرم ڪندا.

# كامل مرشد جي صحبت جي اهميت

اي عزيز، مريد لاءِ مرشد جي صحبت ۾ رهڻ نهايت ضروري آهي، ان سان نه رڳو مرشد جو رضامندو حاصل ٿيندو آهي. بلڪ مريد به روحاني فيض جي نعمتن کان مالامال ٿيندو آهي، اسان جي مرشد حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جو خليفو ميان اُميد علي فقير هڪ ڀيري درگاهه تي سندن خدمت اقدس ۽ صحبت بابرڪت ۾ ٽي راتيون رهڻ بعد جڏهن موڪلائڻ لڳو ته پير سائين جن فرمايو ته: موڪلائڻ ۾ چو تڪڙ ٿو ڪرين؟ خليفي اُميد علي عرض ڪيو ته: حضرتا، حضرت نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابوهريره رضي الله عنه کي فرمايو هيو ته: اي ابوهريره "زرغبا تزدد حبا" يعني: "روزانو نه بلڪ وٿيرڪو ايندو ڪر، ته محبت وڌندي وڃي". حضرت پير سائين قدس سره جن جواب ۾ فرمايو ته اها حديث حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي حق ۾ ته آهي پر حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي حق ۾ ناهي. جيئن مولانا رومي رحمةالله عليه فرمائي ٿو ته:

نيست زرغبا وظيفه ماهيان،
زانڪه بي دريا ندا رند انس وجان.

يعني: جيڪي سچا عاشق پنهنجي محبوب جي وصال لاءِ اهڙا آتا ۽ درماندا هوندا آهن، جيئن مڇي درياءَ جي پاڻي لاءِ ،ته اهڙن قربائتن ۽ سڪايلن لاءِ "زرغبا" جو حڪم نه آهي، بلڪه مڇي وانگر هو به پنهنجي محبوب جي رفاقت کان سواءِ دنيا ۾ هڪ پَل به جيءَ نه سگهندا آهن.

اي سچا مريدؤ، حضرت روضي ڌڻي قدس سره جي انهيءَ فرمان کي بار بار پڙهو ۽ صحبت جي اهميت ۽ حقيقت کي سمجهو، چو ته جيڪو شخص ڪامل مرشد جي صحبت کان ڪنجي ويو، اُهو دين، دنيا ۽ آخرت ۾ به ڀٽڪي ويو.

صحبت سپيرين جي هي پڻ وڏي هاج،
قضا ڪج نماز جو وقت وارڻ ويجهڙو.

# جي مرشد جي صحبت نہ ملي

پير سائين روضي ڌڻي قدس سره فرمائين ٿا تہ: "جيڪو طالب پنهنجي مرشد جي صحبت ۽ حضور ۾ حاضر ٿو رهي تہ روز بروز هڪ تہ جيتري صفائي سندس دل ۾ حاضر ٿيندي ويندي آهي ۽ تہ جيتري ڪارنهن سندس دل تان لهندي ويندي آهي. تنهن ڪري سندس صحبت کان جُدائي اصل نہ ڪرڻ گهرجي، پر جيڪڏهن مرشد جي صحبت ميسر نہ هجي تہ پوءِ روزانہ اڍائن ايمن جيتري مرشد جي "ملفوظات" مان پڙهي يا ٻڌي تہ پوءِ پڙهندڙ چاهي ٻڌندڙ جي دل تي تہ جيتري بہ ڪارنهن جاءِ نہ وٺندي، پر تہ جيتري صفائي جو حاصل ٿيڻ بہ مرشد جي صحبت کان سواءِ محال آهي".

حضرت خواجہ نظام الدين اولياءَ رحمةالله عليه بہ "فوائدالفواد" ۾ فرمائين ٿا تہ: "ڪامل مرشد جي ظاهري صحبت ميسر نہ ٿئي، تہ پوءِ فيض جي حصول لاءِ پنهنجي مرشد جا ملفوضات ۽ ارشادات مطالعي ۾ رکجن، جنهن سان فيوض ۽ برڪات جو حاصل ٿيڻ يقيني ڳالهہ آهي".

اي عزيز، تنهن ڪري سچي طالب ۽ مريد لاءِ اهو ضروري آهي تہ روزانو عبادت الاهي مان مستفيض ٿيڻ بعد، قرآن پاڪ، الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ درودشريف جي تلاوت سان گڏوگڏ ڪامل مرشد جي ارشادات ۽ ملفوظات جو بہ مطالعو ڪندو رهي، جنهن سان نہ رڳو صراط مستقيم تي استقامت جو درجو حاصل ٿيندو، پر گمراهي ۽ بي ديني جي کڏ ۾ ڪرڻ کان بچاءِ ۽ ڪنجي ويل قلب جي صفائي ۽ پاڪيزگي جي نعمت عظميٰ بہ نصيب ٿيندي آهي ۽ مرشد جي محبت ۽ صحبت وارو لطف پڻ حاصل ٿيندو آهي.

# حضرت پير سائين تجر ڌڻي جا فرمان

حضرت شيخ المشائخ، فخر اولياءَ، خليفةالله پير سائين سيد صبغت الله شاهہ اول تجر ڌڻي قدس سره پنهنجي ملفوظات "خزانةالمعرفت" ۾ فرمائين ٿا تہ:

❀ طالب کي گهرجي تہ پاڻ کي ڪامل مرشد جي نظر کان پري نہ سمجهي، بلڪ حضور ۽ دوري کي هڪ جهڙو ڄاڻي ۽ مرشد جي دربار ۾ بي ادبي نہ

ڪري، ڇو ته بي ادبي منزل مقصود تي پهچڻ ۾ رڪاوٽ آهي. جيڪي دل جي سچائي سان مرشد ڪامل سان ڳنڍيل آهن، بظاهر پري هجڻ باوجود حقيقت ۾ تمام ويجها آهن ۽ جيڪي فاسد ارادت وارا جيتوڻيڪ ويجها آهن، اهي حقيقت ۾ پري آهن.

❀ طالب جيتوڻيڪ پنهنجي مرشد جو ئي عقيدتمند، محب ۽ مخلص هجي پر ڪيس گهرجي ته طريقي جي ٻين اڳواڻن ۽ بزرگن جو انڪار نه ڪري، ڇو ته مشائخ جو انڪار ڪيس مرشد ڪان معنوي فيض حاصل ڪرڻ ڪان مانع ۽ بدنصيبي جو ذريعو ٿيندو. جيڪڏهن ڪو ڪنهن هڪڙي وليءَ سڳوري جي بي ادبي ڪري ٿو ته اهو ڄڻ سمورن ولين سڳورن جو بي ادب ٿئي ٿو. پنهنجي مرشد بابت عقيدو درست ۽ صحيح هجڻ گهرجي، پر بي ادب ڪنهن به وليءَ سڳوري جو نه ٿجي.

❀ جيڪڏهن ڪنهن مريد، پنهنجي پير طريقت مرشد ۾ دنيوي لالچ رکي ته اهو معنوي فيض حاصل ڪرڻ جي سعادت ڪان محروم ۽ بي نصيب رهندو ۽ جڏهن مرشد، مريد ۾ دنيا جي لالچ رکي ته به اهڙي مرشد ڪان مريد کي ڪوبه نفعو نه ملندو.

❀ هاري ڏڳن کي ڳاهه ۾ ٻڌندا آهن پوءِ جيڪو ڏڳو نيهه کي ويجهو هوندو آهي، اهو هڪ ٻن وکن ۾ چڪر ڪٽي ويندو آهي ۽ جيڪي ڏڳا نيهه کان پري هوندا آهن، اهي ڪيترو به تکو هلن ته به ويجهي ڏڳي جي هوريان واري رفتار سان پُڄي نه سگهندا آهن. مرشد ڪامل جي درگاهه ۾ مريد به قرب ۽ ڏورانهين جي واسطي سان ائين هوندا آهن، جيئن ڳاهه ۾ ڏڳا.

❀ جيڪڏهن ڪنهن شخص پنهنجي مرشد ڪان پهرين پيري تلقين وٺي، معنوي فيض حاصل ڪيو هجي ۽ وري هَوَس جي خيال ڪان پير مرشد جي بارگاهه ۾ عرض ڪري ته مان نئين سر وري تلقين حاصل ڪندس ته اهو شخص ايترو ڇوڙ سان پهرين مليل سچي فيض ڪان قطعي محروم ٿي ويو.

❀ مرشد هزار ڀيرا ڪٽي مريد کي چوي ته تون اسان جو مريد ناهين، جڏهن ته مريد وحدت واري ڏوريءَ سان مرشد سان ڳنڍيل آهي ته اهو مريديءَ جي سلسلي مان خارج نه آهي، پر جي مريد هڪ ڀيرو به زبان سان چوي ته مان

مريد ناهيان. جيتوڻيڪ انهيءَ جو اهو چوڻ خوش طبعي ۾ هجي ته به مريديءَ ۽ معنوي فيض کان محروم ٿي ويندو.

❀ اسان چاڻون ٿا ته مريد جو مرشد کان سواءِ ٻيو ڪو وسيلو ڪونهي، توهان مريد اسان جي قلب ۾ ياد آهيو، جيڪڏهن ڪو پنهنجي قلب کي وساري سگهي ٿو ته توهان به اسان کان وسري ويندؤ.

❀ جيڪڏهن ڪو ٻڪرو وڏي وڻ مٿان تنگيل نظر اچي ته يقين سان اهو سمجهڻ گهرجي ته اُهو ٻڪر ڪنهن شينهن جو اچلايل هوندو، نه ڪي اُهو پاڻ وڻ مٿان چڙهي ويو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو طالب بلند مقام تي پهچي ٿو ته يقين سان ڄاڻڻ گهرجي ته اُها سندس پير طريقت جي همت جي عظمت ۽ بلندي آهي ۽ مريد جي پنهنجي ڪوشش جو نتيجو نه آهي.

❀ جيڪو مرشد ٻن مُريدن کي هڪ ئي رستي سان حق سان ملائي، اُهو مرشد ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ بلڪ، مرشد اُهو آهي جيڪو لکين مريدن کي جدا جدا رستن سان منزل تي پهچائي ۽ الله تعاليٰ وٽ پهچڻ جا رستا مخلوقات جي ساهه کڻڻ جي انداز سان آهن.

❀ "المجاز قنطرة الحقيقة" يعني مجاز حقيقت تائين پهچڻ جي پُل آهي. عشق مجازي مان مراد مرشد جي صورت جو عشق آهي ۽ اها ئي حقيقت جي ڏاڪڻ آهي.

❀ مريد تي مرشد جا ٽيهه حق آهن ۽ مريد جا مرشد تي ڇٽيهه حق آهن، مريد جو سمورو توجهه هر وقت مريد جي واسطي مشغول رهندو آهي ۽ مرشد جا سمورا حق مريد کي معاف ٿي سگهن ٿا، مگر هڪڙو جنهن جي ادائگي واجب ۽ ضروري آهي، اُهو هي آهي ته جنهن وقت به مريد، مرشد جي حضور ۾ حاضر ٿئي ته دل جي حضور سان ويهي ۽ ٻيو ڪو به خيال دل ۾ نه آڻي.

❀ مريد جڏهن مرشد جي درگاهه ۾ پهچي ته مرشد سان ائين متحد ٿي وڃي جيئن مرشد جي زيارت سان مرشد ۾ فنا ٿي سگهي ۽ سندس روح سان باقي رهي. جيڪڏهن اُهو مقام حاصل نه ٿي سگهي ته پوءِ ان کان ٻيو درجو جيڪو پهرين کان گهٽ آهي، انهيءَ سان شرفياب ٿئي. اُهو هي ته مرشد معظم کي پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏئي، جيڪڏهن انهن ٻنهي درجن کان خالي آهي ته پوءِ اُهو مريد نه آهي.

# ڪامل مرشد جو عجيب مثال

حضرت پير سائين تجر ڏٺي قدس سره جن هڪ ڏينهن "مثنوي شريف" پڙهندي فرمايو ته: هڪڙي ولايت ۾ سقمونيا نالي گاهه ڄمندو آهي، جڏهن جهرڪي ان جو ٻج کائيندي آهي ته مست ۽ بيهوش ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ نانگ اُها جهرڪي کائي بيهوش ٿي ويندو آهي، ڀهاڙي ٻڪر نانگ جو ويري سو ان نانگ کي کائي بيهوش ٿي ويندو آهي ۽ ان نانگ کي وري شينهن اچي کائيندو آهي، پوءِ اُهو شينهن مست ٿي جبل تي چڙهي سج سان مقابلي لاءِ ڇلانگون ۽ ٽپ ڏيندو آهي ۽ آخرڪار سج جي گرمي ۾ مري هيٺ ڪرندو آهي ۽ ڳري گندو ٿي ويندو آهي، تنهن بعد ان کي ڪيڙا کائيندا آهن. ايستائين جو اُهي ڪيڙا هڪ ٻئي کي کائي ويندا آهن، آخر ۾ انهن مان هڪڙو قداور جانور بڻجندو آهي، قد ۾ نانگ جيترو، پير شينهن جهڙا، پر پکين وانگر ۽ سنگ ڀهاڙي ٻڪر وانگر، ان کي ازدها يا شاهينگ بلا سڏيندا آهن. اُهو جيڪڏهن ڪنهن تي حملو آور ٿئي ته انهيءَ کي تباهه ڪرڻ کان سواءِ نه ڇڏي. ان سان مقابلي جي ڪنهن کي به طاقت نه هوندي آهي. مرشد ڪامل مڪمل به انهيءَ وانگر مختلف ۽ جامع صفتون رکندڙ هوندو آهي، جنهن تي فيض جي توجهه پرئي، ته انهيءَ کي معنوي فيض بخشي ڇڏيندو آهي.

حڪايت: حضرت مرشدنا پير سائين تجر ڏٺي قدس سره فرمائين ٿا ته: هڪڙو صاحب ڪمال بزرگ پنهنجي هڪ مريد سان سفر تي نڪتو، جڏهن درياءَ جي ڪناري تي پهتو ته بزرگ پاڻي تي قدم رکيو ۽ الله جي پاڪ اسم جي ورد جي هميشگي جي برڪت سان پاڻي تي هلڻ لڳو. مريد کي تڪرار سان پنهنجي نالي (مرشد جي نالي) وٺڻ جي هدايت ڪيائين. اهڙيءَ طرح ٻئي درياءَ پار ڪرڻ لڳا. جڏهن وچ درياءَ ۾ پهتا ته مريد کي خيال آيو ته منهنجو مرشد ته الله تعاليٰ جو اسم پاڪ پڙهندو هلي ٿو، مان به جيڪر الله جو اسم پڙهان. انهيءَ خيال آڻڻ شرط اُهو مريد ٻُڏڻ لڳو ۽ رڙ ڪيائين. مرشد ڪيس فرمايو ته شايد دل ۾ ڪو فاسد خيال آندو اٿئي يا منهنجي حڪم کان مُنهن موڙيو هوندئي؟ مُريد پنهنجي غلطي جو اقرار ڪيو ۽ مُرشد فرمايس ته تون اڃان منهنجي نالي وٺڻ

جي لائق نہ ٿيو آهين ۽ نہ منهنجي سڃاڻپ جو. الله تعاليٰ جو اسم پاڪ تہ نهايت وڏي ڳالهہ آهي. في الحال تون منهنجو نالو وٺندو هل تہ جيئن هن ڪُن مان سلامتي سان نڪري سگهين. حضرت پير سائين فرمايو تہ درياءَ مان مراد دنيا آهي ۽ مرشد مان مراد طريقي جو پير يا رهبر آهي، جيڪو بہ مريد طريقي جي پير جي اطاعت ڪندو. اُهو دنيا جي حادثن جي ڪُن مان صحيح سلامت پار پوندو ۽ جنهن بہ گهڙيءَ اطاعت ڪان غافل رهيو. انهيءَ وقت حادثن جي حوالي ٿي ويندو. طالب کي گهرجي تہ مرشد جي صورت ڪان پاڻ کي ڪڏهن بہ غافل نہ رکي، جيئن سندس متابعت ۽ صورت جي تصور سان هن دنيا جي ڪُن مان محفوظ ۽ صحيح سلامت پار پوي.

**حڪايت:** حضرت پير سائين تجر ڏٺي قدس سره فرمائين ٿا تہ: هڪڙي بزرگ جا چار مريد هئا. جن کي بزرگ صاحب پين مريدن ڪان وڌيڪ محبت ۽ عزت ڏيندو هو. هڪري ڏينهن بزرگ انهن ڪان سندس مريديءَ ۽ محبت بابت تفصيل سان پڇيو. هڪڙي مريد محبت جو سبب بزرگ جي اکين کي ٻڌايو. ٻئي مريد کي بزرگ جي حسن، جمال، ٽئين مريد بزرگ جي گفتگو کي ۽ چوٿين مريد حقيقت کي. هڪ پيري اُهو بزرگ چئني سائين کي پاڻ سان درياءَ تي وٺي هليو ۽ سمورا ٻيڙي ۾ سوار ٿيا، جڏهن درياءَ جي وچ ۾ پهتا. تڏهن ونجهہ پاڻي ۾ وڃهي، اکين جي حسن سبب پير سان محبت ڪرڻ واري کي هڪدم فرمايائون تہ: اچ پاڻي ۾ ٽُٻي هڻون، پر ونجهہ کي مضبوطي سان پڪڙي رکجان، جيستائين ونجهہ نہ چورِيان ٻاهر نہ ايندي، ٽُٻي هڻڻ ڪان ٿوري دير بعد اُهو شخص بزرگ جي حڪم جي خلاف ونجهہ ڇورڻ ڪان اڳ ۾ ٻاهر نڪري آيو. بزرگ ڪيس فرمايو تہ: حڪم جي برخلاف تون ڇو ٻاهر نڪري آئين؟ عرض ڪيائين تہ: حضرت جن جي اکين جي زيارت ڪان سواءِ پاڻي ۾ بيتاب ٿي ويس ۽ صبر نہ ڪري سگهيس. ٻئي ۽ ٽئين نمبر وارا مريد بہ حڪم موجب ٽُٻي هڻي ٻاهر نڪري آيا ۽ ساڳيو عذر بيان ڪيائون. جڏهن چوٿون شخص ٽُٻي هڻي پاڻي ۾ لٿو تہ اُهو آرام سان پاڻيءَ ۾ اندر رهيو. ميربحر کي موڪليائون تہ ٻاهر وٺي اچينس تہ بہ نہ نڪتو، آخرڪار بزرگ صاحب پنهنجي هٿن سان ڪيس ٻاهر ڇڪي آندو. پڇيائونس تہ: پاڻي مان ٻاهر ڇو نہ نڪتين؟ جواب ڏنائين تہ توهان

جي حقيقت اُتي به مون سان شامل هئي، جنهن مان اُهو ساڳيو ذوق ۽ شوق حاصل پئي ڪيم، جيڪو حضرت جن جي حضور ۾ رهي حاصل ڪندو آهيان.

## مرشد جي مريد تي توجه جو مثال

هڪ ڀيري حضرت پير سائين صبغت الله شاه اول تجر ڌڻي "مثنوي شريف" جي تلاوت ۾ مشغول هيا، سندن فرزند حضرت پير سائين سيد علي گوهر شاه "بنگلي ڌڻي" سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. جنهن کي پاڻ فرمايائون ته: بابا تون وڃ ۽ پنهنجي علم پڙهڻ ۽ سکڻ ۾ لڳ. پير سائين بنگلي ڌڻي اُتان اُٿيا، اُن وقت هڪ لغڙ هوا ۾ اُڏامپو پئي. لغڙ جي سرڙاٽ ٻُڌڻ سان سيني فقيرن اوڏانهن نهاريو. حضرت پير سائين تجر ڌڻي به ان لغڙ طرف نهاريندي فرمايو ته "مريد به مرشد جي توجه ۾ ائين آهي، جيئن لغڙ اُڏاريندڙ جي هٿ ۾. اُڏاريندڙ ڏوري ڍري ڇڏي لغڙ کي مٿي اُڏاري ٿو، پر جي ڏوري سوڙهي ڪري ته لغڙ هيٺ لهي ايندو پر جي تيز هوا جي ڪري ڇڄي پوي ته درياء يا ڪنڊن ۾ ڦاسي پنهنجو وجود وڃائي ويهندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مريد ڪا نافرماني ڪري رابطي يا تعلق واري ڏوري، جيڪا پير جي هٿ ۾ آهي توڙيندو ته گمراه ٿيندو".

## قلب سليم جون ڪيفيتون ۽ ذڪر جي ڀلائي

مرشدنا حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه پنهنجي هڪ "مڪتوب مبارڪ" ۾ قلب سليم جي ڪيفيتن ۽ "لااله الا الله" جي ذڪر شريف جي ظاهري ۽ باطني فائدن ۽ مريد ۽ مرشد جي تعلق جو ذڪر فرمائيندي لکيو آهي ته قلب سليم ظاهري ۽ باطني ذڪر سان حاصل ٿيندو آهي يا ايمان سان، اُهو ايمان زبان سان اقرار ڪرڻ ۽ دل سان ان جي تصديق ڪرڻ آهي. تفسير ديلمي ۾ لکيل آهي ته: سلامتيءَ وارو قلب اُهو آهي جيڪو الله تعاليٰ جي ارادي کان سواءِ ٻي هر شيءِ کان خالي هجي ۽ الله تبارڪ تعاليٰ جي ارادي ۽ رضامندي سان ڀريل هجي "رساله قشيري" ۾ لکيل آهي ته قلب سليم وارو اُهو شخص آهي جيڪو گمراهي کان سلامت رهيو. تنهن کان پوءِ ٻئي طرف

هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ کان بہ بچيو، ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ شيون آفتون آهن، جن کان وڏن بزرگن پاڻ بچايو آهي، پر ننڍا بزرگ بہ انهن ذريعي آزمايا ويا آهن.

قلب سليم جي معنيٰ لاءِ ڪن هي بہ چيو آهي تہ "قلب سليم اهو آهي، جيڪو نفس جي سلامتي جي ڪري بڇڙن ارادن کان بچيل رهي". علامہ ڪاشيءَ جي تصنيف "اصطلاحات صوفيہ" ۾ آهي تہ قلب سليم انهن ڪاملن جو قلب آهي جيڪي "اهل تمڪين" جا آهن. اهو انهن کي مختلف درجن مطابق عطا ٿيل آهي ۽ قلب سقيم (يعني بيمار قلب) اهو ناقصن جو قلب آهي جيڪي اهل اضطرار جا آهن. نقص کان بچي ڪماليتن تائين پهچڻ فناءِ ڪلي تي موقوف آهي ۽ سقيم مان مراد جسماني ۽ روحاني تعلقات سان وابستگي آهي ۽ سليم مان مراد انهن تعلقات کي قطع ڪرڻ آهي جنهن جو پيو نالو "خلومتخيلہ" بہ آهي. ڇاڪاڻ ته نبي ڪريم ﷺ جي فرمان مطابق قلب گوشت جو هڪ ٽڪرو آهي، جنهن جي صحيح هجڻ سان جسم صحيح رهندو آهي ۽ ان جي خراب هجڻ سان جسم خراب ٿيندو آهي ۽ دل وارن وٽ قلب هڪ جوهر آهي جو عالم امر کان جامع حقيقت انسانيت جي آهي جيڪو روح ۽ نفس جي وچ ۾ واسطو آهي ۽ انسانيت جو ان تي دارومدار آهي ۽ حديث قدسي ۾ آهي تہ "قلب اندر دل آهي ۽ دل اندر روح آهي" ۽ دل مان مراد اُهوئي جوهر وارو قلب آهي ۽ حڪماءِ (فلاسفر) ان کي نفس ناطق (مادي کان خالي جوهر) چوندا آهن، ان جو باطن روح آهي ۽ نفس حيواني (طبعي جسم) ان جو مرڪب آهي جيڪو ظاهر قلب ۽ جسم جي وچ ۾ واقع آهي. هن حديث مان (انسان جي) "حقيقت جامعہ" مراد آهي ۽ صوفين جي اصطلاح ۾ قلب کي ڪبوتر ۽ عقل اول چوندا آهن ۽ طبيعت ڪليہ کي شڪاري باز چون ٿا. ان کي عقل اول ڪڏهن جسماني پستي ۽ عالم سفلي کان ۽ عالم علوي ۾ ۽ فضاءِ قدسي جي اوج ڏانهن شڪاري باز وانگر مٿي کڻي ٿو وڃي ۽ طبيعت ڪلي ڪنهن وقت ان کي بلڪہ گهڻو ڪري نفساني خواهش ۾ ڦاسائي عقاب وانگر عالم سفلي ڏانهن وٺي ٿي وڃي ۽ پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ انساني روح مردن جي مثال آهي ۽ نفس حيواني عورت جي مثال آهي ۽ انهن ٻنهي جي ازدواجي ميلاپ سان فرزند

قلب چائو، پر ان قلب ۾ استعداد ڪدڙي وانگر ٻنهي پاسن، عالم علوي ۽ عالم سفلي سان آهي، پوءِ جيڪڏهن قلب جو لاڙو عالم علوي ڏانهن ٿي پيو تہ مردن جي مرتبي کي ماڻيندو ۽ مردن واري ميراث هٿ ڪندو ۽ جيڪڏهن ان جو لاڙو عالم سفلي ڏانهن ٿي پيو تہ زالن جي ٽولي ۾ داخل ٿيندو ۽ زالن واري ميراث وٺندو، جو اهو بهشت آهي، ڇو تہ مولي تعاليٰ جو طالب مرد آهي ۽ آخرت جو طالب عورت آهي ۽ مردن جي ورثي بابت (حديث ۾ آيل) آهي تہ اُهو اهڙو هوندو، جنهن کي نہ اکين ڏٺو هوندو نہ ڪنن ٻُڌو هوندو، نہ وري ڪنهن جي دل ۾ ان جهڙو تصور ئي آيو هوندو. اُهو حق سبحانہ وتعاليٰ جي بي ڪيف جمال جو پرتوو آهي. ان ڳالھ ڏانهن هن آيت سڳوري ۾ ارشاد آهي : "اي انسانو! ڊڄو پنهنجي رب کان، جنهن اوهان کي هڪ نفس مان خلقيو آهي". هتي نفس مان مراد نفس ناطق آهي. جيڪو ساري جهان جو قلب آهي ۽ اُهوئي آدم حقيقي آهي. اڳتي ارشاد آهي "۽ خلقيائين ان مان ان جي جوڙي زال کي" هتي زال مان مراد نفس حيواني آهي، جيڪو ان مان پيدا ٿيل آهي. ڪي چون ٿا تہ اهو جوڙو يعني حضرت حَوا کابي پاسيريءَ مان پيدا ڪئي وئي آهي. يعني اهڙي طرف کان جيڪا عالم موجودات سان مليل آهي، پوءِ اُهو طرف حق تعاليٰ سان مليل طرف کان، ڪمزور طرف آهي. جيڪڏهن آدم عليہ السلام ان سان نہ پرڻجي ها تہ، جيڪر هن دنيا ڏانهن لهي نہ اچي ها، جيئن مشهور آهي تہ ابليس اڳ ۾ حضرت حوا کي ڀلايو، پوءِ ان کي آدم جي ڀلائڻ لاءِ وسيلو بڻايائين. اڳتي ارشاد آهي "۽ پکيڙيائين انهن ٻنهي (آدم ۽ حوا) مان گهڻائي مرد" هتي مردن مان مراد اهل دل شخص آهن، جيڪي پنهنجي پيءُ ڏانهن ٿا ڇڪين. اڳتي ارشاد آهي تہ پکيڙيائين انهن مان گهڻيون ئي زالون، زالن مان مراد نفس پرست ۽ طبيعت پرست انسان آهن. جيڪي پنهنجي ماءُ ڏانهن ڇڪ رکن ٿا. ڪتاب "سلڪ سلوڪ" ۾ آيل آهي تہ: الغرض "قلب سليم" اُها دل آهي، جيڪا ويهن خراب خصلتن کان خالي هجي ۽ ويهن نيڪ خصلتن سان ڀريل هجي. ويھ خراب خصلتون هي آهن: شرڪ، نفاق، عداوت، دنيا جي رغبت، حرص، جهل، دنيا سان تعلق، طمع، ٻڳهيون اُميدون رکڻ، بي صبري، تڪبر، حسد، بدگماني، بخيلي، هٺ ڪرڻ، پاڻ کي وڏو سمجهڻ، نااُميدي، خدا جي

عذاب کان بي خوف رهڻ، خدا تعاليٰ کي وساري ڇڏڻ.

۽ ويهه نيڪ خصلتون هي آهن: توحيد، خلوص دل، خيرخواهي، پرهيزگاري، قناعت، يقين، علم، معاملات الله تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ، ماڻهن کان نااميد رهڻ، اميدون گهٽائڻ، صبر، موت ياد ڪرڻ، نفس کي بُڪ ڏيڻ، چڱو گمان رکڻ، سخاوت، توبهه، نوڙت، خوف، اُميد، الله تعاليٰ جو يادگيرو ۽ سندس محبت.

پورو قلب جو بيمار يا تندرست هجڻ، انهن خصلتن جي گهٽجڻ ۽ وڌڻ تي منحصر آهي. جڏهن قلب سليم جي صفت معلوم ٿي ويئي ته پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ته قلب مان خراب عادتن جو ختم ٿيڻ، الله تعاليٰ جي ذڪر ڪرڻ سان وابسته آهي. خاص ڪري "لااله‌الاالله" سان جيڪو افضل ذڪر آهي. تفسير ديلمي وارو "فاذكروني اذكركم" واري آيت جي تفسير ۾ لکي ٿو ته توهان مون کي ياد ڪريو ته مان توهان کي ياد ڪريان. يعني الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته مون کي اهڙيءَ طرح ياد ڪريو جو توهان جو قلب ۽ خيالات هميشه مون ڏانهن متوجهه هجن، پوءِ آئون به اوهان کي ياد ڪندس. يعني اوهان جي دلين کي ۽ سرن (رازن) کي بصيرت ڏيندس ته جيئن اوهان منهنجي ذات ۽ صفات کي ڏسو، پوءِ اوهان کي منهنجي معرفت حاصل ٿي پوندي ۽ پڻ "فاذكروني" جي معنيٰ هي به آهي ته" اوهين منهنجو پنهنجي زبانن سان ايترو ته ذڪر ڪريو جو اوهان جي قلبن ۽ اسرارن جي مشاهدي تائين رسائي ٿئي".

اي طالب! ڄاڻ ته بيشڪ زبان سان ذڪر ڪرڻ، قلب ۽ روح جي مشاهدي ڏانهن جلدي وٺي ويندڙ آهي. اهو ذڪر "لااله‌الاالله" جو آهي، جيڪو تمام گهڻو آزمايل آهي ۽ الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته طيب ڪلمو، پاڪ وڻ جي مثال آهي، اهو ڪلمو به "لااله‌الاالله" آهي.

مون مرشد حقيقي دام برڪاته جي مڪاشفي جي برڪت سان ان ڪلمه کي هڪ عجيب وڻ جي صورت ۾ ڏٺو. جيڪو زمين کان وٺي آسمانن تائين بلند هيو، ان جي ٽارين جا مختلف رنگ هئا ۽ هر هڪ ٽاري تي قسمين قسمين پکي ۽ قسمين قسمين حُورون ۽ غلمان ويٺل ڏٺم. جن جو حسن ۽ جمال بيان نٿو ڪري سگهجي. تن سيني زبان سان ڪلمي " لااله‌الاالله" جو ورد پئي ڪيو ۽

هر گهڙيءَ ان وڻ مان اهڙي قسم جون تاريون ۽ اهڙي قسم جون حُورون غلمان نڪرندا ٿي رهيا ۽ آسمان ڏانهن چڙهندا ٿي ويا، پوءِ وري ٻئي هنڌان ٿي نڪتا، جيڪي آسمان ڏانهن وڌندا ٿي ويا، اهو مشاهدو، ان ابتدائي دؤر جو آهي، جڏهن ذڪر "لااله‌الاالله" جو ورد شروع ڪيو هيم، پوءِ اهڙيءَ طرح اهو مشاهدو ڪيترا سال ٿيندو رهيو.

پوءِ اي طالب، ڄاڻ ته الله تعاليٰ جو اهو ذڪر نفس کي خراب وصفن کان پاڪ ڪرڻ ۾ روشن اثر رکي ٿو ۽ اهو تمام گهڻو آزمايل آهي ۽ بيشڪ اسان اهو به مشاهدو ڪيو ته ان ذڪر "لااله‌الاالله" سان جڏهن نفس مان خراب وصفون گهٽجڻ ۽ جدا ٿيڻ لڳيون ٿي ته اُهي ماڻهن ۽ ناپاڪ جانورن جي شڪلين ۾ ٿي نڪتيون، جهڙوڪ ڪُتي، خنزير، ٻلي، خچر جي شڪل ۾ ٿي ڪري نڪتيون. جنهن اِن ذڪر کي آزمايو هوندو، سو اسان کي ان ڳالهه ۾ سچو ڄاڻندو، پوءِ غير حق جي خيالات کان جيترو قلب کي تصفيو حاصل ٿو ٿئي. اوترو ئي نفس کي برائين کان تزڪيو حاصل ٿيندو آهي. تزڪيه نفس مان، نفس جي پاڪائي مراد آهي، جڏهن ته تصفيو ۽ تزڪيه ٻئي ڪامل محنت سان حاصل ٿين ٿا، پوءِ نفس اُن وقت سهڻ اخلاقن جي عادت وٺندو، پوءِ انهن ٻنهي (تصفيي ۽ تزڪيي) کان پوئتي هٽڻ نٿو ڄڃائي، ڇاڪاڻ ته رنگ جي مٿان رنگ نه چڙهندو آهي. پوءِ هن آيت سڳوري "لايمسه‌الاالمطهرون" (نه هٿ لائين هن قرآن مجيد کي مگر پاڪ) جو مقصد به هي آهي ته: قرآن ڪريم جي اسرارن ۽ اخلاقن کي به اُهو ڇُهي، جنهن جي دل غير جي ڏسڻ کان پاڪ هجي، جيڪو قرآن ڪريم جي تلاوت ڪرڻ ڏانهن پاڻ کي محتاج ٿو ڄاڻي. "خلقه‌القرآن" ۾ به ان ڏانهن اشارو ٿيل آهي.

اي عزيز! پوءِ جيڪو شخص دل جي پاڪائي سان هڪ پيرو ذڪر ڪندو ته ان کي سُٺا اخلاق حاصل ٿيندا ۽ جيڪو بار بار پيو ذڪر ڪندو ته ان کي قلب استحڪام پيدا ٿيندو ۽ جڏهن قلب ۾ استحڪام پيدا ٿي ويو ته (سمجهه) قلب سلامت رهندو، جو وري ان ۾ گنديون عادتون موٽي نه اينديون، جيئن چوڻي آهي ته: "ما رجع من رجع الاعن الطريق" (منزل مقصود تي پهچي ڪوبه ڪونه موٽيو آهي، بلڪ جيڪو موٽيو سو اڌ واٽ مان موٽيو) ان مرتبي

حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيو طريقو به آهي، جيڪو رابطي سان لاڳاپيل آهي. ڪامل مڪمل مرشد سان، مريد جي دلي ڳانڍاپي ڪي رابطو چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته عام رسمي حڪمت جو قاعدو آهي ته مفيض (فيض ڏيندڙ) ۽ مستفيض (فيض وٺندڙ) ٻنهي ۾ مناسبت جو هجڻ ضروري شرط آهي. مثال جيئن ته باهه جو طبيعت خشڪ آهي ته اُها اثر به خشڪ شيءِ تي ڪندي ۽ آلي شيءِ ڪي نه وٺندي.

نسبتي پاڪان درست ڪن يا پئي ايشان مرو،
غرق شد فرعون بدريا بود موسيٰ پيشرو.

(الله وارن پاڪ ٻانهن سان نسبت صحيح رک، يا انهن جي پٺيان نه وڃ (غلط نسبت جي ڪري) فرعون به درياهه ۾ ٻڏي ويو، توڙي هو موسيٰ عليه السلام جي پٺيان ئي ويو).

مريد ۽ مرشد جي وچ ۾ مناسبت سچو اعتقاد ۽ سچي دوستي آهي. اعتقاد به اهڙو هجي جو مرشد جي ڪنهن به ظاهري ڪم تي اعتراض نه ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن اعتراض ڪندين ته "هذا فراق بيني وبينک" (هي تنهنجي ۽ منهنجي جدائي جو وقت آهي) جو اعلان ٻڌندين.

فسحت ميدان ارادت بيار،
تا بزند مرد سخن گوئي گوءِ.

(ارادي جو ميدان ڪشادو آڻ، ته جيئن سخن گو (قابل) ماڻهو (ارادي واري ميدان ۾) اتي اچلائي هڻي).

دوستي ايتري قدر هجڻ گهرجي، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي ته:
"توهان مان تيستائين ڪوبه مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيستائين آئون ان کي سندس جان، مال، اولاد، پيءُ، ماءُ ۽ سمورن ماڻهن کان وڌيک پيارو نه هجان"
مولانا رومي فرمائين ٿا ته:

دانشان رامي ستاند جان زجان،
ني زراه دفتر ني از زبان.

(انهن جي سمجهه روحاني علم کي روح سان حاصل ڪري ٿي، نه ڪتاب جي رستي سان ۽ نه زبان سان).

شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمةالله عليه "شرح صراط مستقيم"

۾ آندو آهي ته (اي طالب!) ڪوشش ڪر ته جيئن تنهنجي دل ۾ ڪامل مرشد جي جاءِ ٿي پوي يا تون مرشد جي اندر ۾ پنهنجي جاءِ ڪرين. جيڪڏهن تنهنجي دل ۾ مرشد جي جاءِ ٿي پوندي ته ان جي نورانيت، تنهنجي اندر کي روشن ڪري ڇڏيندي. الله تعاليٰ جو نور يا اهو ڪامل مرشد پاڻ هوندو يا ان ڪامل مرشد ساڻ هوندو، اهو تنهنجي دل جي ڪٽيل آئيني کي اڇو اجرو ڪندو. جيڪڏهن توکي ان ڪامل مرشد جي اندر ۾ جاءِ ملي وڃي ته پوءِ ان ڪامل جو اندر، نزول رحمت جي جڳهه آهي، اتي الله تعاليٰ جي مهربانين واريون نظرون نازل ٿينديون رهن ٿيون، جڏهن توکي ان جاءِ تي موجود ڏسنديون ته ضرور ان جي رحمتن واري نظر جو پرتوو توتي به پوندو، پر ايترو جيتري قدر تون ان سان نسبت، محبت، پنهنجائپ ۽ اتفاق رکندين ۽ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي هن حديث پاڪ ۾ ان ڳالهه ڏانهن اشارو آهي ته "مرد ان سان گڏ هوندو، جنهن سان محبت ڪندو". بس تو ڪريان جو سياڻن لاءِ اهو ڪافي آهي.

# روحاني سڪون جا ذريعا

## عبادت، ذڪر، فڪر، درود ۽ وظيفا

ڪائنات جي خالق ۽ مالڪ رب ڪريم، پنهنجي پاڪ ڪلام ۾ انسان ذات جي تخليق جو اصل مقصد بيان ڪندي ارشاد فرمايو آهي ته:

"وما خلقت الجن والانس الاليعبدون"

(سورة ذاريات آيت 56)

(يعني انسانن ۽ جنن جي پيدا ٿيڻ جو مقصد، الله جي عبادت ڪرڻ آهي).

اي عزيز، ڪلام پاڪ مان اهو به واضح آهي ته هي دنيا عارضي ٽڪاڻو آهي ۽ مستقل منزل آخرت آهي. دنيا جي هر شيءِ امتحان ۽ آزمائش آهي، دنيا جي هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي، ليڪن پوءِ به انسان هن دنيا کي ئي سڀ ڪجهه سمجهي ٿو ۽ دنيا جون راحتون، آرام ۽ عيش حاصل ڪرڻ لاءِ خوب محنت ۽ ڪوشش ڪري ٿو. پنهنجي ذات، گهر، اولاد ۽ مال لاءِ ڏينهن رات جائز يا ناجائز جفاڪشي ۽ جاکوڙ ۾ مصروف آهي، پر افسوس جو اسان

ايڏين محنتن ۽ تڪليفن سهڻ باوجود، هڪري شيء ڪان محروم آهيون ۽ اُها آهي روحاني سڪون ۽ آرام. اسان دنيا جي حصول لاءِ ته پنهنجي زندگي ان ڊوڙ ڊُڪ ۾ صرف ڪري ڇڏي، مگر "خالق دنيا" کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ٻه چار گهڙيون به وقت ناهي. اسان دنيا لاءِ ته روزانو وقت جي پابندي سان محنت ڪيون ٿا، مگر خالق دنيا لاءِ ڪا واندڪائي ناهي. اهوئي سبب آهي جو اسان جيترو دنيا ڏانهن مشغول ٿيا آهيون، اوتروئي ڪائنات جي ڌڻي ڪان پري ٿيندا ويا آهيون ۽ اها به يقيني ڳالهه آهي ته ڪنهن به ماڻهو کي، ڪٿي به ۽ ڪڏهن به "دنيا ۽ دولت" مان حقيقي سڪون نه ملندو، بلڪه هر گهڙي، ذات، گهر، اولاد ۽ مال جو فڪر دل ۽ دماغ تي سوار رهندو. ذهني پريشاني، دماغي دٻاءُ، بي چيني، دلي بي آرامي، مستقبل جون سوچون وغيره انسان جي اندر ۽ روح کي اڌوهي وانگر کائي کوکلو ڪري ڇڏينديون آهن. جڏهن اسان هر طرف کان مايوس ۽ حقيقي سڪون کان محروم ٿيندا آهيون ته لاچاري ۽ مهربان رب ڪريم ڏانهن رجوع ٿيڻ جي بجاءِ دنيا جي محبت ۾ محو هجڻ ڪري، اخلاق سوز ۽ ناجائز ڪمن ۾ سڪون ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون، ليڪن اسان جو حال سڌرڻ جي بجاءِ ڏينهون ڏينهن بدترين ٿيندو رهندو آهي، ڇاڪاڻ ته الله جي ڪلام پاڪ جو اٽل فيصلو آهي ته:

"الابذکراللہ تطمئن القلوب"

(سورة رعد آيت 28)

(خبردار، الله جي ذڪر (ياد) ۾ ئي دلين جو اطمينان ۽ سڪون آهي).

اي عزيز! الله جي ذڪر مان مراد هر اُهو فعل آهي، جنهن جي ڪرڻ ۾ الله جي ياد مقصود هوندي آهي، جنهن کي "عبادت" چئبو آهي کي عبادتون اسان تي فرض آهن جيڪي هر حال ۾ ادا ڪرڻيون آهن ۽ کي عبادتون نفلي آهن جيڪي الله جا فرائض پورا ڪرڻ بعد، اضافي ڪبيون آهن، جن جي ذريعي قرب خداوندي جي نعمت حاصل ٿيندي آهي. الله جون بي انتها رحمتون ۽ برڪتون شامل حال ٿينديون آهن، ظاهري باطني بيمارين، مصيبتن، پريشانين ۽ مشڪلاتن ڪان نجات ملندي آهي ۽ روحاني سڪون ۽ آرام حاصل ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جي ڪامل ۽ سچن ٻانهن به هميشه فرائض خداوندي جي

تڪميل بعد نفلي عبادتن ۽ ذڪر ۽ فڪر جي نه رڳو پاڻ پابندي ڪئي بلڪ انهن عام خلق ڪي به ترغيب ڏياري آهي.

**تنبيهه:** اي عزيز، تمام گهڻن ماڻهن کي ڏٺو ويو آهي ته اُهي الله جي فرائض کي بلڪل ڇڏي فقط نفلي عبادتن کي ترجيح ڏيندا آهن. مثال طور: پنج وقت نماز ته نه پڙهندا آهن. باقي نفلي نمازون شوق سان پڙهندا آهن. الله جو فرض زڪوات ته ادا ڪونه ڪندا آهن، باقي خير خيراتون ۽ صدقات گهڻا ڪندا آهن. ان لاءِ چاڻ گهرجي ته جيستائين الله جو قرض ۽ فرض ادا نه ڪنداسون ته نفلي شيون اسان لاءِ ڪارگر ثابت نه ٿينديون ۽ قيامت جي ڏينهن سخت پڇاڻو به فرائض ۾ ڪوتاهي سبب ٿيندو! حقيقي لطف ته تڏهن ملندو جڏهن فرائض جي ادائيگي کان پوءِ نفلي عبادتن کي ترجيح ڏجي ۽ نفلي عبادتن، رياضتن ۽ مجاهدن سان قرب خداوندي ۽ تسڪين قلب جون نعمتون حاصل ٿينديون آهن.

## نفلي نمازون

الله سبحانه وتعاليٰ جي پاڪ اسم جي برڪتن کي شامل حال ڪندي هتي چند نفلي عبادتن جو ذڪر ۽ طريقه ڪار بيان ڪجي ٿو ته جيئن عام مسلمان انهن تي عمل ڪندي رب ڪريم ۽ محبوب ڪريم ﷺ جو رضامندو ۽ قرب حاصل ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ سرخرو ٿين.

**تهجد جي نماز:** الله تعاليٰ جي خاص قرب حاصل ڪرڻ جو اهم ذريعو "تهجد جي نماز" آهي، جنهن جي پڙهڻ جو الله تعاليٰ پنهنجي محبوب نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي حڪم فرمايو . تهجد جي نماز آڌيءَ رات کان پوءِ پڙهجي، ڪل ڇهه نفل يعني ٻارهن رڪعتون پڙهجن. پهرين نفل جي پهرئين رڪعت ۾ "الحمد شريف" کان پوءِ ٻارنهن ڀيرا "قل هوالله" پڙهجي ۽ ٻي رڪعت ۾ "الحمد شريف" کان پوءِ يارهن ڀيرا "قل هوالله" پڙهجي. اهڙيءَ طرح هر رڪعت ۾ هڪ هڪ ڀيرو گهٽائيندو رهي ۽ آخري رڪعت ۾ "الحمد شريف" بعد هڪ ڀيرو "قل هوالله" شريف پڙهندو.

نماز تهجد پڙهڻ بعد، بهتر آهي ته الله تعاليٰ جي ذڪر جون چار تسبيحون (لااله‌الاالله - الاالله - الله ۽ هُو) ڪيون وڃن.

**اشراق جي نماز:** سج اُڀرڻ کان (گهٽ ۾ گهٽ ويهه منٽ) بعد ۾ ٻه نفل يعني چار رڪعتون نماز پڙهڻ کي اشراق چيو ويندو آهي.

ترمذي شريف ۾ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو : جيڪو شخص فجر جي نماز باجماعت ادا ڪرڻ بعد، الله جو ذڪر ڪندو رهي، ايستائين جو سج متي نڪري اچي ۽ پوءِ ٻه رڪعتون (اشراق) پڙهندو ته ان کي هڪ ڪامل حج ۽ عمري جو ثواب ملندو.

**چاشت جي نماز:** اها نماز به سنت آهي، جنهن کي "نماز ضحيٰ" به چئبو آهي، ان جي به تمام وڏي فضيلت آهي. اها نماز اشراق کان پوءِ ۽ زوال کان اڳ ۾ ڇهه نفل يعني ٻارنهن رڪعتون پڙهڻ گهرجي.

**اوابين نماز:** مغرب (سانجهي) نماز ادا ڪرڻ کان بعد ڇهه نفل يعني ڇهه رڪعتون پڙهڻ کي "اوابين" چيو ويندو آهي. ابن ماجه ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته: جيڪو شخص مغرب جي نماز کان پوءِ ڇهه رڪعتون نفل پڙهي ۽ وچ ۾ ڪا به دنياوي ڳالهه نه ڪري ته ان جون اهي ڇهه رڪعتون، ٻارنهن سالن جي عبادت برابر لکيون وينديون.

**نماز تحية المسجد:** جيڪو شخص مسجد ۾ داخل ٿئي ته ان کي ٻه رڪعتون نماز مسجد ۾ ويهڻ کان اڳ پڙهڻ گهرجن. ان کي تحية المسجد چئبو آهي.

**نماز تحية الوضو:** نماز لاءِ وضو ڪرڻ کان پوءِ عضون جي سڪڻ کان اڳ ۾ ٻه رڪعتون پڙهڻ مستحب آهي، جنهن کي تحية الوضو چيو وڃي ٿو.

## ذڪر جي فضيلت

الله تبارڪ وتعاليٰ جي اسم مبارڪ جو ذڪر ڪرڻ، انتهائي برڪتن ڀريو عمل آهي. جنهن سان الله تعاليٰ جو قرب حاصل ٿيندو آهي، عملن جي دفتر ۾ نيڪين جو اضافو ٿيندو آهي، گناهه معاف ٿيندا آهن ۽ گناهن جي گهٽائي سبب ڪٽجي ڪاري ٿيل دل، روشن ۽ منور ٿيندي آهي ۽ قلب کي روحاني سڪون ۽ اطمينان حاصل ٿيندو آهي.

❀ ترمذي شريف ۾ حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو : سڀني ذڪرن ۾ افضل ذڪر "لااله الاالله" آهي.

❀ ابودائود ۽ نسائي شريف جي روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ فرمايو جيڪو شخص هر نماز کان پوءِ 33 ڀيرا "سبحان الله" 33 ڀيرا "الحمدلله" ۽ 33 ڀيرا "الله اڪبر" ۽ آخر ۾ سؤ پورو ڪرڻ لاءِ "لاالهالاالله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شي قدير" پڙهندو رهندو تہ ان جا سمنڊ جي جھڳ ۽ قطرن جيترا گناھ معاف ڪيا ويندا آهن.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو : ٻہ ڪلما الله تعاليٰ کي انتهائي محبوب آهن، زبان تي تمام هلڪڙا آهن، پر ميزان ۾ (ثواب جي لحاظ سان) تمام ڳرا آهن، اُهي هي آهن: "سبحان الله وبحمده سبحان الله العظيم"

# درود شريف جي فضيلت

حضرت حبيب ڪريم، رؤف رحيم، رحمة للعالمين، سيدنا محمد مصطفيٰ ﷺ جن مٿان درود ۽ سلام ڪثرت سان پڙهڻ، برڪتن جي حاصل ٿيڻ، الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب جي قرب ۽ روحاني ترقي جي حصول جو تمام بهترين ذريعو آهي ۽ درود شريف جي برڪت ۽ فضيلت لاءِ اهو ئي ڪافي آهي تہ الله تعاليٰ ۽ ان جا فرشتا محبوب ڪريم ﷺ تي درود وسلام پڙهن ٿا. الله تعاليٰ هر عبادت جو وقت مقرر فرمايو آهي، پر درود شريف جي پڙهڻ جو ڪوبہ وقت مقرر نہ آهي. فقط مڪروھ جڳهن کان سواءِ باقي هر وقت ۽ هر هنڌ درود ۽ سلام پڙهي سگھجي ٿو. سچي ايمان ۽ يقين وارن کي درود ۽ سلام جي ڪثرت ۽ محبت سببان ديدار مصطفيٰ ﷺ جي نعمت عظميٰ بہ نصيب ٿيندي آهي. حضور سَرور عالم ﷺ فرمايو قيامت جي ڏينهن مون کي سڀ کان وڌيک ويجهو اهو شخص هوندو، جيڪو دنيا ۾ منهنجي مٿان تمام گھڻو درود ۽ سلام پڙهندو هوندو. جنهن منهنجي مٿان هڪ ڀيرو درود شريف پڙهيو، الله تعاليٰ ان تي ڏھ رحمتون موڪليندو آهي، ان جا ڏھ گناھ معاف ڪندو آهي ۽

جنت ۾ ان جا ڏهه درجا بلند ڪندو آهي. اوهان پنهنجي محفلن کي درود وسلام سان سينگاريو. اُهو درود قيامت جي ڏينهن اوهان لاءِ نُور هوندو. جمعي جي ڏينهن ۽ رات ڪثرت سان درود شريف پڙهندا ڪيو، جو اوهان جو درود مون تائين پهچندو آهي. محبت وارن جو درود مان محمد ڪريم ﷺ پاڻ ٻڌندو آهيان ۽ بنا محبت وارن جو درود مون تائين ملائڪ پهچائيندا آهن. اُهو شخص وڏو بخيل آهي ۽ رحمت کان پري آهي جيڪو منهنجو نالو ٻُڌي درود شريف نٿو پڙهي. جيڪو به مقصد وارو ڪم الله جي نالي ۽ ذڪر ۽ منهنجي مٿان درود وسلام پڙهڻ کان سواءِ شروع ڪيو ويو، ته اُهو بي برڪت ۽ ڀلائي کان ڪٽيل رهجي ويندو آهي. جنهن شخص منهنجي مٿان درود ۽ سلام پڙهڻ وساري ڇڏيو، تحقيق ان جنت جي رستي کي وساري ڇڏيو.

## حضرت روضي ڌڻي جا ورد ۽ وظيفا

حضرت مرشدنا پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمةالله عليه فرمايو" طالب کي پهريان زباني ذڪر ۾ ذوق پيدا ٿيندو آهي، پوءِ قلبي ذڪر سان، پوءِ فڪر سان، پوءِ قرآن مجيد جي تلاوت سان، پوءِ صلوات سڳوري (درودشريف) سان ۽ پوءِ تهليل سان، يعني "لااله‌الاالله" جي ذڪر سان" حضرت روضي وارن قدس سره فرمايو: جيڪو منهنجي مريدن مان ڏسيل ذڪر هميشه ڪندو رهندو ته ان جي ايمان جو ذمو قيامت جي ڏينهن اسان تي آهي، پوءِ پاڻ پنهنجي زبان سان ٽي ڀيرا ورجائي فرمايائون ته جيڪو ڏسيل ذڪر هميشه ڪندو رهندو ته قيامت جي ڏينهن سندس ايمان جو ذمو اسان تي آهي ۽ جيڪو ذڪر نه ڪندو ته اُهو اسان جو مريد نه آهي. جيڪو ڏهه ڀيرا ڪلمه توحيد فجر ۽ سانجهي جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ ورد ڪندو ان کي الله تعاليٰ قبر جي تنگيءَ کان امن ۾ رکندو. جيڪڏهن ڪو به وظيفو پاڻ تي مقرر ڪجي ته ان کي هميشه لازم سمجهي ۽ ڪڏهن به ناغو نه ڪري ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڪان مقرر ورد ڪرڻ وسري وڃي ته اُهو "سبحان الله عدد ما خلق" هڪ سؤ ڀيرا ورد ڪري ته ان جي قضا ادا ٿي ويندي.

اي عزيز، حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن روزانو

پنج وقتي نماز ۽ تهجد وغيره کان بعد وظيفا ۽ ورد پڙهندا هيا. انهن جو مختصر بيان هتي ڪجي ٿو.

# سندن پنج وقتي وظيفا

حضرت پير سائين قدس سره جا اُهي وظيفا جيڪي پاڻ روزانو تهجد نماز کان پوءِ ۽ هر فرض نماز کان پوءِ پڙهندا هئا: وضو ڪرڻ کان پوءِ مصلي تي ويهي ڏهه ڀيرا الله اڪبر، ڏهه ڀيرا الحمدلله، ڏهه ڀيرا سبحان الله وبحمده، ڏهه ڀيرا سبحان الملک القدوس، ڏهه ڀيرا استغفرالله، ڏهه ڀيرا لااله‌الاالله، ڏهه ڀيرا اللهم اني اعوذبک من ضيق الدنيا يوم القيامة پڙهندا هئا. ان کان پوءِ اُٺي ڇهه نفل تهجد جا پڙهندا هئا. پوءِ ويهي ٻارنهن ڀيرا آيت شريف: ان في خلق السموات والارض (آخرتائين)، ڏهه ڀيرا آيت شريف ان ربکم الله الذي خلق السموات والارض (آخر تائين) ۽ سؤ ڀيرا: اللهم اغفرلي و تب علي انک انت التواب الرحيم ۽ سؤ ڀيرا: اللهم انک عفو تحب العفو فاعف عني، چاليهه ڀيرا: لااله الاانت سبحانک اني کنت من الظالمين، پنج ڀيرا: سيد الاستغفار ۽ هڪ ڀيرو وڏو استغفار پڙهندا هئا.

**فجر جي وقت:**

سنت ادا ڪرڻ کان پوءِ فرض کان اڳ ايڪتاليهه ڀيرا سورت فاتحه، فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ پير ڦيرائڻ کان اڳ، ٽي ڀيرا الله اڪبر، ٽي ڀيرا استغفرالله، هڪ ڀيرو اللهم انت السلام ومنک السلام و اليک يرجع السلام تبارکت يا ذوالجلال والاکرام، ڏهه ڀيرا لااله الا الله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شيءِ قدير ۽ پوءِ پير ڦيرائي هڪ ڀيرو آيت الکرسي، ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله، ٽيٽيهه ڀيرا الله اڪبر ۽ هڪ ڀيرو لااله‌الاالله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شيءِ قدير پڙهندا هئا. ان کان پوءِ ستاويهه ڀيرا اللهم اغفرلي وللمومنين والمومنات والمسلمين والمسمات، ويهه ڀيرا سورت الحمدلله رب العالمين، ويهه ڀيرا بسم الله الرحمن الرحيم، ويهه ڀيرا رب اغفرلي و تب علي انک انت العفوالغفور، ايڪيهه ڀيرا بسم الله الرحمن الرحيم، ويهه ڀيرا اللهم صل

علي سيدنا محمد وعلي آل سيدنا محمد وبارک وسلم پڙهندا هئا. ان کان پوءِ ٽي ڀيرا بسم الله الذي لا يضر مع اسمه شي في الارض ولافي السماءِ وهو السميع العليم، ٽي ڀيرا اعوذ بکلمات الله التامات من شر ما خلق، ٽي ڀيرا سلام علي نوح في العالمين، ٽي ڀيرا اعوذ بکلمات الله التامات من غضبه وعقابه ومن شرعباده ومن همزات الشياطين اعوذ بک ان يحضرون پڙهندا هئا. پوءِ هي سورتون قل يا ايها الکافرون، اذا جاءَ نصرالله، قل هوالله احد، قل اعوذ برب الفلق، قل اعوذ برب الناس، بسم الله شريف سان هڪ هڪ ڀيرو پڙهندا هئا.

## اشراق جي وقت:

هه نفل اشراق جا ۽ هه نفل ضحيٰ جا پڙهندا هئا. ان کان پوءِ: اللهم اغفرلي وترحمني انک انت التواب الرحيم پڙهندا هئا. پوءِ ٻه رکعتون استخاره جي نفل جون پڙهندا هئا ۽ سلام کان پوءِ استخاره جي دُعا پڙهندا هئا.

## ٻيپهري جي وقت:

ٻيپهري نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ ٽي ڀيرا الله اکبر، ٽي ڀيرا استغفرالله، هڪ ڀيرو اللهم انت السلام ومنک السلام واليک يعود السلام تبارک يا ذالجلال والاکرام ۽ هڪ ڀيرو آيت الکرسي پڙهندا هئا. ان کان بعد سنتون ادا ڪري ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله، ٽيٽيهه ڀيرا الله اکبر، ۽ هڪ ڀيرو لااله الا الله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شيءِ قدير، ويهه ڀيرا سورت فاتحه، ويهه ڀيرا رب اغفرلي وتب علي انک انت العفوالغفور، ايڪويهه ڀيرا بسم الله الرحمن الرحيم ۽ ويهه ڀيرا اللهم صلي علي سيدنا محمد وعلي آل سيدنا محمد وبارک وسلم پڙهندا هئا.

## ٽيپهري جي وقت:

ٽيپهري نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ ٽي ڀيرا الله اکبر، ٽي ڀيرا استغفرالله ۽ هڪ ڀيرو اللهم انت السلام ومنک السلام واليک يعودالسلام تبارکت يا ذالجلال والاکرام.

## شام جي وقت:

مغرب جي نماز جي فرض ادا ڪرڻ ڪان پوءِ ٽي ڀيرا الله اڪبر، ٽي ڀيرا استغفرالله ۽ هڪ ڀيرو اللهم انت السلام ومنک السلام واليک يعودالسلام تبارکت يا ذالجلال والاکرام پڙهي. ڏهه ڀيرا ڪلمو توحيد پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ هڪ ڀيرو آيت الڪرسي، ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله، ٽيٽيهه ڀيرا الله اڪبر ۽ هڪ ڀيرو لااله الاه الله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شيءِ قدير پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ ستاويهه ڀيرا اللهم اغفرلي وللمومنين والمومنات والمسلمين والمسلمات، ڏهه ڀيرا سورت فاتحه، ويهه ڀيرا رب اغفرلي وتب علي انک انت العفوالغفور،ويهه ڀيرا اللهم صل علي سيدنا محمد وعلي آل سيدنا محمد وبارک وسلم پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ استخاره جو نفل پڙهي استخاره جي دُعا پڙهندا هئا. ان ڪان پوءِ ٽي ڀيرا بسم الله الذي لايضرمع اسمه شي في الارض ولا في السماءِ وهو السميع العليم، ٽي ڀيرا اعوذ بڪلمات الله التامات من شرما خلق، ٽي ڀيرا سلام علي نوح في العالمين، ٽي ڀيرا اعوذ بڪلمات الله التامات من غضبه وشر عباده ومن همزات الشياطين واعوذ بک رب ان يحضرون پڙهندا هئا ۽ پوءِ سورتون: قل يا ايهاالڪافرون، اذا جاءِ نصرالله، قل هوالله احد، قل اعوذب برب الفلق ۽ قل اعوذب برب الناس، بسم الله شريف سان هڪ هڪ ڀيرو پڙهندا هئا.

## سومهڻي جي وقت:

سومهڻي نماز جي وقت سنت ادا ڪرڻ ڪان پوءِ ۽ فرض ڪان اڳي، سؤ ڀيرا سبحان الله والحمدلله ولااله الاالله ولله اڪبر ولا حول ولا قوة الابالله العلي العظيم، سؤ ڀيرا سبحان الله عدد ماخلق، چاليهه ڀيرا لااله الاانت سبحانک اني ڪنت من الظالمين پڙهندا هئا. فرض ادا ڪرڻ ڪان پوءِ ٽي ڀيرا الله اڪبر، ٽي ڀيرا استغفرالله ۽ هڪ ڀيرو اللهم انت السلام ومنک السلام واليک يعود السلام تبارکت يا ذوالجلال والاکرام پڙهي، ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله، ٽيٽيهه ڀيرا الله اڪبر ۽ هڪ ڀيرو لاالهالاالله وحده لاشريک له له الملک وله الحمد وهو علي کل شيءِ قدير، ويهه ڀيرا سورت فاتحه، ويهه ڀيرا رب اغفرلي وتب علي انک انت العفوالغفور، ايڪويهه ڀيرا

بسم الله الرحمن الرحيم، ويهه پيرا اللهم صل علي سيدنا محمد وعلي آل سيدنا محمد وبارک وسلم ۽ صلوات شريف پڙهندا هئا. سمهڻ وقت وضو تازو ڪري، هڪ ڀيرو سورت ياسين، ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله، چوٽيهه ڀيرا الله اڪبر، ٽي ڀيرا سورت اخلاص، هڪ ڀيرو معوذتين (يعني سورة فلق ۽ سورة ناس) پڙهي پنهنجي بدن تي ڦوڪاري، سڄي پاسي، قبلي ڏانهن منهن ڪري سمهي پوندا هئا. پڻ هيءَ دعا: باسمک ربي وضعت جنبي فاغفرلي ذنبي استغفرالله الذي لااله الا هوالحي القيوم واتوب اليه پڙهندا هئا ۽ ننڊ کان سجاڳ ٿي، الحمدلله الذي احياني بعد ما اماتني واليه النشور پڙهندا هئا.

❀ وما علينا الا البلاغ المبين ❀





بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**الحمدلله علي ذالک حمدا کثيرا والصلوات والسلام علي رسوله الذي جاء بالحق بشيرا ونذيرا وعلي آله واصحابه واهل بيته وذرياته اجمعين**

آما بعد: اسان جو پيارو دين "اسلام" دين فطرت آهي، جنهن کي خود رب العالمين پسند کندي ارشاد فرمايو:

**"ان الدين عندالله الاسلام"**

(سورت آل عمران آيت 19)

(بيشک الله تعاليٰ وٽ (پسنديده) دين "اسلام" آهي).

دين اسلام جي تعليم، ترويج ۽ تبليغ لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب، آخري نبي، شفيع المذنبين، رحمةللعالمين حضرت محمد ﷺ کي معبوث فرمايو ۽ محبوب ڪريم ﷺ جي آمد جو اعلان ڪندي، الله تعاليٰ ارشاد فرمايو:

"اي محبوب، اسان توکي سيني جهانن لاءِ رحمت بڻائي موڪليو آهي". (سورت انبياءِ آيت 107)

الله تعاليٰ پنهنجي محبوب نبي ﷺ جي نبوت ۽ رسالت جي دليل طور ۽ قيامت تائين اُمت جي رهنمائي لاءِ پنهنجو پاڪ ڪلام "قرآن مجيد" نازل ڪري ارشاد فرمايو:

"۽ اسان قرآن نازل ڪيو، جيڪو مؤمنن لاءِ شفا ۽ رحمت آهي".

(سورت اسراءِ آيت 82)

اي عزيز، هڪ مؤمن مسلمان لاءِ اهو ضروري آهي ته هو پنهنجي زندگي جا سيني معاملا ۽ مسئلا "دين اسلام" جي پاڪ تعليم جي روشني ۾ حَل ڪري. اسان مسلمانن لاءِ سرور انبياءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي زندگي مبارڪ پڻ هڪ بهترين نمونو آهي، ڇو ته محبوب ڪريم ﷺ جي سڄي زندگي قرآني تعليم جو عملي نمونو هئي. جيئن مؤمنن جي ماءُ، حضرت

عائشه صديقه رضي الله عنها کان سوال ڪيو ويو ته: محبوب ڪريم ﷺ جا اخلاق مبارڪ ڪيئن هيا؟ بيبي صاحبه فرمايو: "ڪان خلقه‌القرآن" يعني قرآن پاڪ کولي ڏسو، جيڪو محبوب ﷺ جي اخلاقن سان ڀريل آهي.
الله تعاليٰ ارشاد فرمايو:

"وانک لعلي خلق عظيم "

(سورت القلم آيت 4)

(اي محبوب، بيشڪ تون عظيم اخلاقن وارو آهين)

اي عزيز، اهوئي سبب آهي جو الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي محبوب جي زندگي جي هر گهڙي ۽ هر لمحي کي، اسان لاءِ هڪ آئينو ۽ نمونو بڻائي ارشاد فرمايو:

"لقد کان لکم في رسول الله اسوة حسنه"

(سورت احزاب آيت 21)

(تحقيق اوهان جي لاءِ، الله جي رسول جي زندگي ۾ بهترين نمونو آهي).

تنهن ڪري حضور پاڪ صاحب لولاڪ ﷺ جن جي شريعت مطهره کان جيڪي به ڪم، ريتون، رسمون ۽ رواج ٻاهر آهن ۽ انهن جي جواز جي قلب سليم ۽ انسانـــي عقل به اجــازت نٿو ڏئي ته اُهي بدعت ۾ شمار ڪيا ويندا آهن. بدعت جي لفظي معنيٰ آهي "نئين شيءِ" يعني اسلامي معاشري ۾ اهڙا ڪم ڪرڻ، جيڪي قرآن، سنت، اجماع صحابه وامت ۽ اولياءالله جي طريقن جي برخلاف آهن. اهڙن ڪمن کي "بدعت سيئه" چئبو آهي، چو ته جيستائين هڪ مسلمان پنهنجي ديني ۽ دنياوي ڪمن، ريتن، رسمن ۽ خواهشن کي شريعت ۽ سنت محمدي عليٰ صاحبها الصلوات والسلام جي تابع نٿو ڪري تيستائين اُهو ڪامل مؤمن نٿو بڻجي سگهي، جيئن محبوب ڪريم ﷺ فرمايو آهي: "اوهان مان ڪوبه ايستائين مؤمن نٿو ٿي سگهي، جيستائين پنهنجي خواهشن کي منهنجي آندل شريعت جي تابع نٿو بڻائي".
باري تعاليٰ جو ارشاد آهي:

فلاوربک لايؤمنون حتيٰ يحکموک فيما شجر بينهم

(سورت نساءِ آيت 65)

(اي محبوب) تنهنجي رب جو قسم، اهي ايستائين مؤمن نٿا ٿي سگهن، جيستائين پنهنجي اختلافن ۾ تو کي پنهنجو حاڪم نٿا مڃن.

ان ڪري هن مختصر رسالي اندر زماني ۾ مروج انهن غلط ڪمن ۽ ريتن رسمن جو ذڪر ڪجي ٿو، جيڪي شريعت مطهره کان خارج ۽ "بدعت سيئه" ۾ داخل آهن ته جيئن غافل انسان سجاڳ ٿين ۽ پنهنجي زندگي، ڪم ڪار، ريتون، رسمون ۽ طور طريقا، اسلامي تعليم مطابق ادا ڪري، الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي رضامندي جي نعمت سان مالامال ٿي، دين، دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ٿين.

# شادي جون رسمون

- نڪاح جو اعلان ڪرڻ ۽ نڪاح جي محفل مسجد شريف ۾ رکڻ مستحب آهي، جيئن ترمذي ۽ مشڪوات شريف ۾ حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو:

"اعلنوا هذا النكاح واجعلوه في المساجد"

(انهن نڪاحن جو عام اعلان ڪيو ۽ انهن کي مسجدن ۾ ادا ڪيو)

- محرم شريف يا صفر وغيره جي مهينن ۾ شادي ڪرڻ ۾ ڪوبه حرج ناهي.
- نڪاح جي خوشي ۾ وليمه جي دعوت ڪرڻ ۽ مٽن مائٽن، عزيزن ۽ دوستن کي کاڌو کارائڻ سنت آهي.
- وليمي ۾ ڪارڪنن ۽ اٽي ۽ گيهه جون سٽون ورهائڻ به سنت آهي.
- وليمي جي دعوت ۾، اميرن کي گهرائڻ ۽ غريبن کي دعوت نه ڏيڻ تمام خراب آهي، جو ته مسلم شريف ۾ آهي: "سڀ کان خراب کاڌو ان وليمي جو آهي جنهن ۾ مالدارن کي ته دعوت ڏني وڃي ٿي پر غريبن کي دعوت نٿي ڏني وڃي".
- کاڌي جي دعوت ڏيڻ ۽ دعوت قبول ڪرڻ سنت آهي ۽ بنا دعوت جي وڃڻ مڪروهه آهي. ابوداؤد شريف ۾ حديث آهي ته حضور پاڪ ﷺ جن فرمايو: "جنهن کي دعوت ڏني وئي ۽ ان دعوت قبول نه ڪئي ته ڄڻ الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي نافرماني ڪيائين ۽ جيڪو بنا سڏائڻ جي دعوت ۾

ويو، تہ اُهو جڻ چور ٿي داخل ٿيو ۽ ڦورو بڻجي ٻاهر نڪتو“.

✪ فخر ۽ مقابلي طور، بي تحاشا خرچ سان دعوت ڪرڻ مڪروھ آهي ۽ حضور جن اهڙي دعوت جي ماني کائڻ کان منع ڪئي آهي.

✪ فتاويٰ شامي ۾ لکيل آهي تہ وليمي جي دعوت جو مقصد سنت مصطفيٰ ﷺ جي ادائيگي جي نيت هجڻ گهرجي، پر فخر ۽ دنيا جي ڏيکاءُ واري دعوت ۾ شريڪ نہ ٿيڻ بهتر آهي.

✪ هدايہ ۽ درمختار ڪتابن ۾ آهي تہ جنهن دعوت ۾ ڳائڻ وڄائڻ، ساز سرود، غير شرعي ڪم ۽ ٻيا خرافات هجن تہ، اهڙي دعوت ۾ بہ نہ وڃڻ گهرجي.

✪ شادي جي موقعي تي موڙ ٻڌڻ، لاڙون ڏيڻ ۽ سهرا چوڻ جائز آهي. شادي جي موقعي تي هوائي فائر ڪرڻ، بيڪار ۽ مالي جاني نقصان جو سبب آهي.

✪ ناچ ڪرڻ، تاڙيون وڄائڻ ۽ هر قسم جو ساز وڄائڻ ناجائز آهي.

✪ شادي جي تقريبن ۾ ساز سرود وڄائڻ، ڳائڻا گهرائڻ، ناچو ڇوڪرن مٿان پئسا گهورڻ، زالن ۽ مردن جو جُهمر هڻڻ ناجائز آهن. هر قسم جا ساز ۽ ڍُهل وڄائڻ شيطاني ڪم آهي، جن جو انتظام ڪندڙ تعاون ڪندڙ ۽ ٻُڌندڙ سڀئي گنهگار ٿين ٿا ۽ شادي جي موقعي تي شيطاني ڪم ڪرڻ سان يقيناً الله تعاليٰ ۽ ان جو محبوب نبي ڪريم ﷺ جن ناراض ٿين ٿا.

اي عزيز، انسان کي خوشيون عطا ڪرڻ وارو رب ڪريم آهي ۽ هڪ مؤمن مسلمان لاءِ ضروري آهي تہ هو خوشي جي موقعي تي الله تعاليٰ جي ڪلام ۽ رسول الله ﷺ جي صفت ۽ ثنا جي محفل منعقد ڪري تہ جيئن الله تعاليٰ جون مزيد رحمتون ۽ برڪتون شامل حال ٿين ۽ رحمت جا فرشتا بہ ان بابرڪت محفل ۾ شريڪ ٿيندا آهن. پر جنهن محفل ۾ ساز سرود ۽ بي حيائي وارا ڪم ٿيندا، اُتي يقيناً رحمت جا ملائڪ تہ نہ ايندا آهن بلڪ الله ۽ ملائڪن جي لعنت وسندي آهي. (معاذالله)

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو تہ:

ومن الناس من يشتري لهو الحديث ليضل عن سبيل الله بغير علم وتتخذها هزو اولئک لهم عذاب مهين (سورت لقمان آيت 6)

(۽ ڪجھ ماڻهو اهڙا آهن جيڪي بيڪار ڳالهيون خريد ڪن ٿا تہ جيئن بي

علمي سببان ماڻهن کي الله جي راهه کان گمراهه ڪن ۽ ان کي يوڳ بڻائن، اُهي ئي ماڻهو آهن جن لاءِ خواري وارو عذاب آهي).

قرآن پاڪ جي مٿئين آيت بابت حضرت ابن مسعود ۽ مفسرن جي امام حضرت ابن عباس جو شاگرد حضرت مجاهد فرمائي ٿو ته: "لهو الحديث" مان مراد "ساز سرود" آهن. اهڙيءَ طرح حضرت عڪرمه، حضرت خراساني، حضرت واقدي، صاحبِ "ڪشاف" ۽ ٻين مفسرن به ان مان ساز سرود ۽ طبلا مراد ورتا آهن، ان ڪري هر قسم جو ساز وڄائڻ ۽ ٻڌڻ حرام آهي.

حديث ۾ آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو:

"لاتصحب الملائكة رفقة فيها كلب ولاجرس"

(جنهن گهر ۾ ڪُتو يا گهنڊ هوندو ته ان گهر ۾ رحمت جا ملائڪ نه ايندا آهن).

ٻئي حديث شريف ۾ آهي: "الجرس مزامير الشيطان"

(ڇڙو يا گهنڊ وڄائڻ به شيطاني ساز آهي).

تنهن ڪري ڍُهل، طبلا، تنبورا وغيره وڄائڻ شريعت مطهره ۾ حرام آهن.

"فقه" جي معتبر ڪتاب "فتاوي قاضي خان" ۾ آهي ته:

استماع صوت الملاهي حرام ومعصية لقوله ﷺ استماع الملاهي معصية والجلوس عليها فسق والتلذذ بها من الكفر انما زالک علي الشديد وان سمع بغتة فلااثم عليه ويجب عليه ان يجهد كل الجهد حتي سمعها لما روي ان رسول الله ﷺ ادخل اصبعيه اذنيه

(ساز ۽ سرود ٻُڌڻ حرام ۽ گناهه آهي، ڇو ته الله جي رسول ﷺ فرمايو آهي ته ساز ۽ سرود ٻُڌڻ حرام آهي ۽ اهڙي محفل ۾ ويهڻ گناهه آهي ۽ ان مان لذت حاصل ڪرڻ ڪفر آهي، پر جيڪڏهن ساز سرودن جو آواز اوچتو ڪنن تي پئجي وڃي ته گناهه ڪونهي، پر لازم آهي ته اهڙي محفل کان پري رهجي ته جيئن انهن جو آواز ٻُڌي نه سگهي، ڇو ته هڪ ڀيري حضور ﷺ جن اصحابن سڳورن جي سَٿ ۾ وڃي رهيا هئا ته اوچتو سندن ڪنن مبارڪن تي ساز سرودن جو آواز پيو ۽ پاڻ پنهنجيون آڱريون مبارڪ ڪنن ۾ وڌائون. جڏهن پاڻ گهڻو

اڳتي نڪري ويا ته اصحابن سڳورن کان پڇيائون، هاڻ سازن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو؟ جواب ڏنائون ته نه. اِن کان پوءِ حضور ﷺ جن پنهنجيون آڱريون مبارڪ ڪنن مان ڪڍيون).

✪ اي عزيز، مشائخن سڳورن فرمايو آهي ته جيڪو شخص پنهنجي ڪنن سان توجهه ڏيئي ساز سرود ٻڌي ٿو ته قيامت جي ڏينهن ان جي ڪنن ۾ لوهي سيخون تپائي وڌيون وينديون ۽ اهو هميشه ان عذاب ۾ مبتلا رهندو.

✪ بنا سازن جي راڳ ڪرڻ، ڪافيون چوڻ ۽ اهڙا مولود پڙهڻ، جن ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت جو ذڪر، نبين، ولين ۽ صالحن جي مدح ۽ تعريف هجي، جائز آهي.

✪ حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي فرمايو آهي ته عالمن جو "دف" وڄائڻ جي مسئلي ۾ اختلاف آهي، ڪن مباح مطلق چيو آهي ته ڪن مڪروهه "لامطق" چيو آهي.

✪ مولانا عبدالحي صاحب لکنوي "شرح وقايه" هيٺ لکيو آهي ته راڳ ڪرڻ حرام ناهي، بلڪ راڳ جي حرمت جو سبب غير شرعي اوزارن ۽ ساز سرودن جو هجڻ آهي، جيئن سارنگي، طبلہ، ستار، تڙ يا ڍُهل وغيره باقي دف جي اجازت ضرور آهي، پر جيڪڏهن دف وڄائڻ جي ڪري ڪنهن شخص کي نفساني ۽ شهواني خيال وارد ٿين يا ڪي ٻيا غير شرعي فساد پيدا ٿين ته پوءِ دف وڄائڻ کان به پاسو ڪجي ته بهتر آهي. جيئن اڄ جي پرفتن دؤر ۾ ماڻهن جا حال ڏسڻ ۾ تا اچن.

✪ حضرت بابرڪت عارف معارف، صاحب العلم صوري ومعنوي، جناب پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جي ملفوظات شريف ۾ نقل آهي ته هيڪر حضرت پير سائين جن قلعه جيسلمير کان ٿيهه ڪوهه اُيرندي طرف ريگستان جي مڪان لائي ۾ منزل انداز ٿيا هئا ۽ فقير به گهڻي پنڌ سبب ٿڪجي پيا هئا ۽ هڪڙي فقير ڪافي چئي ته پير سائين جن فرمايو ته: ڪو راڳي وٺي اچو ته راڳ ٻڌائي. فقيرن جواب ڏنو ته قبلا هڪ لنگهو آهي جيڪو تمام پلو راڳ ڪندو آهي، پوءِ پير سائين جي طلبڻ تي اُهو لنگهو آيو، پر پاڻ سان سارنگي ڪنيو آيو. پير سائين جن فرمايو ته: اسان

سارنگي سان گڏ راڳ نہ ٻُڌنداسون، ان لنگھي چيو تہ قبلا، سارنگي کان سواءِ راڳ نٿي سگھندو. مگر پير سائين جن اجازت نہ ڏني ۽ فرمايائون تہ: اھو غير شرعي ڪم آھي ۽ اسان ساز سان راڳ نہ ٻُڌنداسون، پوءِ بنا ساز جي ان شخص ھڪ سنڌي ۽ ٻيو ھندي ۾ بيت پڙھيو.

اي عزيز! تنھن ڪري ھر مؤمن مسلمان لاءِ لازم آھي تہ راڳ رنگ جي محفلن ۽ غير شرعي ڪمن کان پاڻ بچائن، ڇو تہ الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي نافرماني واري عيش کان آخرت جو عذاب ڏاڍو سخت ۽ خوفناڪ آھي. الله سائين پاڪ ڪلام ۾ فرمايو آھي تہ: " ۽ جنھن الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي نافرماني ڪئي ۽ ان جي حدن کان لنگھيو، اھو جھنم ۾ داخل ٿيندو، ان ۾ ھميشہ رھندو ۽ ان لاءِ خواري وارو عذاب آھي". (سورت نساءِ آيت 14)

## تنبوري جو مريد

اي عزيز، مٿي اھو بيان ٿي چڪو آھي تہ قرآن، حديث جي روشني ۾ ھر قسم جا ساز سرود حرام آھن ۽ مرشدنا حضرت روضي ڌڻي قدس سره بہ سازن سرودن کان سخت نفرت ڪندا ھئا. جيئن ملفوظات جي منڍ ۾ نقل آھي تہ پير سائين جي چند مريدن کي فقيرائن بيتن ٻُڌڻ جو ڏاڍو شوق ھوندو ھو. ھڪڙي فقير خيال ڪيو تہ جيڪر ھڪ تنبورو ٺھرائي ان سان راڳ ڪجي، پوءِ ھڪ ڏينھن اُھي فقير حضرت پير سائين جن وٽ وينا ھيا تہ ھڪڙي ٻئي فقير پير سائين جن کي فتح محمد شاعر طرفان سلام ڏنا ۽ پيغام ڏنائين تہ: حضرتا، فتح محمد عرض ڪيو آھي تہ آئون درگاھ جو مريد آھيان، ھن ٻانھي کي پنھنجي توجھ کان فيضياب فرمايو. (فتح محمد شاعر بہ ھو ۽ سانڻس ھڪ تنبورو بہ گڏ ھوندو ھيو، جنھن سان راڳ ڪندو ھو). حضرت پير سائين روضي وارن ان فقير کي جواب ۾ فرمايو تہ فتح محمد اسان جو مريد نہ آھي بلڪ تنبوري جو مريد آھي. اسان سان سندس ڪو لاڳاپو ڪونھي. انھيءَ ڪلام فيض انجام ٻُڌڻ بعد فقيرن جي دلين مان بہ تنبوري ٺھرائڻ جو خيال بلڪل نڪري ويو.

اي عزيز، صادق مريد جو ڪم آھي، ڪامل مرشد جي ھدايت ۽

حڪمن تي عمل ڪرڻ، جيڪو مريد سڏرائڻ باوجود مرشد جي طريقي جي اُبتڙ هلندو آهي، اُهو حقيقت ۾ پنهنجي ڳڇيءَ مان ڪامل مرشد سان نسبت ۽ مريديءَ وارو پٽو لاهي ڇڏيندو آهي.

## حضرت روضي ڌڻي جي مريدن جو طريقو

عارفن جي امام حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن جي طريقي ۾ هر قسم جي ساز ۽ خاص طرح ڍُهل وڄائڻ جي سخت منع آهي. اهوئي سبب آهي جو پير سائين جا سچا مريد انهيءَ بدترين بدعت کان بچيل آهن. اڳيان ويساهه وارا مريد ڍُهل جو آواز ٻڌي جهيڙي لاءِ به تيار ٿي ويندا هئا ۽ شرعي حڪم موجب "طاقت ۽ زبان" سان روڪڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيئن پير سائين جي ملفوظات ۾ آهي ته: هڪ ڏينهن حضرت روضي وارن جي خدمت ۾ ڪجهه ماڻهو آيا ۽ اچي دانهن ڏنائون ته سائين جن جا فلاڻا مريد جيڪي اسان سان گڏ وينل آهن، سي اسان سان شادين ۾ ڍُهل وڄائڻ تي جهيڙو ٿا ڪن. تنهن ڪري سائين جن ڪين حڪم فرمائن ته اسان سان جهيڙو نه ڪن. پاڻ فرمايائون ته اوهان سان جهيڙو نه ڪندا. تڏهن انهن وري عرض ڪيو ته سائين، انهن کي هي به سمجهايو ته اسان کي ڍُهلن وڄائڻ کان جهلن به نه. پاڻ فرمايائون ته اسين اوهان سان گناهه ۾ ڀائيوار ڪونه ٿينداسون، باقي هيترو سمجهائينداسون ته توهان سان جهيڙو نه ڪندا.

## حضرت سلطان باهو جو فرمان

حضرت سلطان باهو رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته: "جڏهن طالب الله جي پاڪ ذڪر ڏانهن رجوع ڪندو آهي ته پوءِ ان لاءِ ساز سرود ٻڌڻ ڪفر آهي، ڇو ته سرود اهل زنار ڪافرن جو طريقو آهي. جيڪي بُتن آڏو مندرن ۾ سرود ڪندا آهن، جن تي الله جي لعنت آهي. بلاشڪ سرود وارا لعنتي ۽ حق اليقين کان محروم هوندا آهن. پر ذڪر ڪرڻ وارو عارف جيڏانهن به ڪن ڪندو آهي ته ان کي اسم ذات "الله" کان سواءِ ڪجهه به ٻُڌڻ ۾ نه ايندو آهي، جيڪو "الله" جي ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول ۽ غرق آهي، ان کي "سُرود" جهڙي شيطاني ڪم سان ڪو سروڪار ناهي".

# دين ۽ دنيا جون رسمون

اي عزيز، هر مؤمن مسلمان لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو دين ۽ دنيا جي ريتن رسمن ۽ طور طريقن ۾ الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب ڪريم ﷺ جي تعليم ۽ تربيت کي پيش نظر رکي ۽ جن ڪمن ۽ رسمن کي شريعت مطهره مستحب، مباح ۽ جائز ڪيو آهي. انهن تي عمل ڪري ۽ جن شين کي شريعت مڪروهہ، ناجائز ۽ حرام ڪيو آهي، انهن کان نہ رڳو پاڻ بچي، بلڪ پنهنجي اهل وعيال ۽ جيڪي ماتحت آهن. انهن کي بہ بچائي. معاشرتي زندگي جي هر شعبي ۾ هر ڪم الله جي پاڪ ڪلام ۽ رسول الله ﷺ جن جي سنت پاڪ جي روشني ۾ ادا ڪيو وڃي نہ تہ رڳو دنياوي ڪاميابي حاصل ٿيندي، بلڪ آخرت جون ابدي نعمتون پڻ حاصل ٿينديون آهن. حديث شريف ۾ آهي رسول الله ﷺ فرمايو: "جنهن بہ مؤمن مسلمان اُمت جي فساد واري دؤر ۾ منهنجي هڪ بہ سنت کي زندهہ ڪيو (يعني ان تي عمل ڪيو) تہ ان لاءِ هڪ سؤ شهيدن جو ثواب آهي" ۽ پاڻ ڪريمن عليہ الصلواة والسلام اهو بہ فرمايو آهي تہ "جنهن ماڻهو منهنجي سنت کان مُنهن موڙيو، اُهو منهنجي طريقي تي ناهي" تنهن ڪري اسان سيني مسلمانن ۽ خاص طرح خانقاهہ حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي مريدن کي هدايت ٿا ڪريون تہ پنهنجي روز مره جي زندگي ۾ خوشي يا غمي جي هر موقعي تي دين اسلام ۽ شريعت مطهره جي دائري اندر رهي ريتون رسمون ادا ڪجن. حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي ملفوظات شريف جو مطالعو ڪيو تہ اوهان کي معلوم ٿيندو تہ سندن سموري زندگي شريعت محمدي عليٰ صاحبها الصلوٰة والسلام جي متابعت ۾ گذري ۽ پاڻ جماعت کي بہ هر موقعي تي شريعت پاڪ جي تبليغ ۽ شريعت تي عمل جي تلقين ڪندا رهيا. اسان بہ هن ڪتاب ۾ عام مسلمانن جي ڀلائي ۽ رهنمائي لاءِ روزانو جي زندگي ۾ پيش ايندڙ نيڪي ۽ برائي جي ڪمن جو ذڪر ڪيون ٿا تہ جيئن حضرت محبوب محمد ڪريم ﷺ جن جا اُمتي انهن ڳالهين ۽ مسئلن تي عمل ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ سرخرو ٿين. (بتوفيق الله تعاليٰ)

# مستحب ۽ مڪروهه شين جو بيان

❀ ڪاڌي پيتي کان اڳ هر سُني ۽ جائز ڪم شروع ڪرڻ وقت ۽ گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل "بسم الله شريف" پڙهڻ سنت آهي.

❀ ساڄي هٿ جي (گهٽ ۾ گهٽ) ٽن آڱرين سان کاڌو کائڻ سنت آهي.

❀ گهڻن ماڻهن جي عادت هوندي آهي جو تمام گهڻي ماني کائڻ بعد زور سان اوڳرايون ڏيندا آهن، اهو مڪروهه آهي. ترمذي شريف ۾ حديث آهي ته حضور ڪريم ﷺ جن هڪ شخص جي وڏي آواز سان اوڳرائين ڪي ٻڌي فرمايو ته " قيامت جي ڏينهن وڌيڪ بکايل اُهو شخص هوندو، جيڪو دنيا ۾ وڌيڪ پيٽ ڀريندو هوندو".

❀ ڪاڌي جي حلال شين مان عيب نه ڪڍڻ گهرجي.

❀ سڙي ويل گوشت کائڻ حرام آهي.

❀ ماني کي ڇري سان ٽڪرا ڪري کائڻ نصارن جو طريقو آهي.

❀ فرش تي ويهي ماني کائڻ سنت آهي.

❀ پاڻي، بسم الله ڪري پيئڻ، ويهي پيئڻ، ٽن ساهن ۾ پيئڻ ۽ آخر ۾ الحمدلله چوڻ سنت آهي.

❀ هٿ جي ٻڪ ۾ پاڻي پيئڻ سنت آهي. "ابن ماجه" ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور ڪريم ﷺ فرمايو "حضرت عيسىٰ عليه السلام جا برتن سندس هٿ هيا، وٽس فقط هڪ پيالو هو، اُهو به دنيا جو سامان سمجهي اُڇلائي ڇڏيائين. تنهن ڪري هٿن کان وڌيڪ پاڪ برتن ٻيو ڪونهي".

❀ پاڻي، لوڻ ۽ باهه ڪنهن کان به روڪڻ نه گهرجي، ڇو ته "ابن ماجه" شريف ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جو فرمان آهي ته" جيڪڏهن ڪنهن ڪاڌي وغيره لاءِ پاڙيسري کي باهه ڏني، ان ڄڻ اُهو سڄو کاڌو خيرات ڪيو، جيڪو ان باهه سان پچايو ويو. جنهن ڪنهن کي بنا معاوضي لوڻ ڏنو، ڄڻ ان اُهو سڄو کاڌو صدقو ڪيو، جيڪو ان لوڻ مان ٺاهيو ويندو. جنهن ڪنهن مسلمان کي پاڻي پياريو، جتي پاڻي ملي ٿو ته ڄڻ ان هڪ ٻانهو آزاد ڪيو،

پر جنتي پاڻي نه ملي، اُتي ڪنهن مسلمان کي پاڻي پيارياڻين، ڇو اُن ڪنهن بي جان کي زندگي بخشيائين".

❀ وضو جو بچيل پاڻي ۽ آب زم زم بيهي پيئڻ گهرجي، باقي پاڻي ويهي پيئڻ گهرجي.

❀ مسلمان مرد لاءِ سڀ کان بهترين لباس "سفيد" (اڇو) آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي ته" سفيد لباس پائيندا ڪيو، بيشڪ اهو پاڪ لباس آهي ۽ مُردن کي ڪفن به سفيد لباس ۾ ڏيو".

❀ سفيد دستار ٻڌڻ سنت آهي ،پر دستار هيٺان ٽوپي ضرور پائڻ گهرجي ڇو ته ترمذي شريف ۾ حديث آهي ته حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو "اسان ۽ مشرڪن جي پٽڪن ۾ اهو فرق آهي جو اسان دستار ٽوپي مٿان ٻڌندا آهيون ۽ مشرڪ بنا ٽوپي جي پٽڪو ٻڌندا آهن" ۽ ان دستار جو ترهو پٺي تي ٻنهي ڪُلهن جي وچ تي ايترو لڙڪائڻ گهرجي، جو ويهڻ سان زمين کي نه لڳي، گهڻا ماڻهو دستار جو پوئيون ترهو نه ڏيندا آهن، اهو مڪروهه آهي ۽ سنت جي خلاف آهي.

❀ مرد کي سون ۽ ريشمي ڪپڙن جو استعمال حرام آهي.

❀ عورت کي سون ۽ ريشم جي اجازت آهي.

❀ مرد فقط چانديءَ جي هڪ منڊي استعمال ڪري سگهي ٿو، جيڪا وزن ۾ ساڍن چئن ماسن کان گهٽ هجي.

❀ لوهه، پتل، ٽامي يا جست جون منڊيون پائڻ مرد ۽ عورت ٻنهي لاءِ ناجائز آهن.

❀ ريشمي مصلي تي نماز پڙهڻ جائز آهي.

❀ مرد کي ڳچيءَ ۾ يا هٿ ۾ سون چاندي يا لوهه وغيره جي زنجير پائڻ جائز ناهي.

❀ شلوار قميص پائڻ بهتر لباس آهي.

❀ اڄ ڪلهه ڪارو لباس سوڳ ۽ غم جي نشاني سمجهيو وڃي ٿو، تنهن ڪري ڪارو لباس نه پائڻ گهرجي.

❀ ٻئي جي گهر ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ اجازت گهرڻ ۽ گهر ۾ داخل ٿيڻ بعد

سلام ڪرڻ ضروري آهي.

❀ هٿ جي اشاري يا آڱرين سان سلام جو جواب ڏيڻ يهودين جو طريقو آهي.

❀ السلام عليڪم جي بجاءِ، هاءِ، آداب يا اهڙا لفظ چوڻ سنت جي خلاف آهن.

❀ ياڪر پائي ملڻ مسنون آهي. حديث شريف ۾ آهي ته" ٻه مسلمان جڏهن ياڪر پائي خوش ٿي ملندا آهن ته ٻنهي جي جدا ٿيڻ کان اڳ انهن جي بخشش ٿي ويندي آهي".

❀ ماءُ پيءُ استاد ۽ عالم دين يا مرشد کي پيرين پئي ملڻ ۽ سندن هٿ چُمڻ جائز آهي.

❀ ملڻ وقت ٻئي هٿ ڏيڻ سنت آهي. هڪ هٿ ڏيڻ مڪروهه آهي.

❀ پنج وقت نمازون ۽ عيدن کان پوءِ هڪ ٻئي سان ياڪر پائي ملڻ ۽ هٿ ڏيڻ مستحب آهي.

❀ دنياوي مسئلن جي ڪري مسلمان ڀائرن ۽ عزيزن سان جهيڙو ڪرڻ، گاريون ڏيڻ ۽ ٽن ڏينهن کان وڌيڪ عرصي تائين نه ڳالهائڻ حرام آهي. ابو دائود شريف ۾ روايت آهي ته "ڪنهن مسلمان لاءِ اهو حلال ناهي ته هو پنهنجي مسلمان ڀاءُ سان ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ڪاوڙ ڪري، پوءِ جيڪو ٽن ڏينهن کان وڌيڪ عرصي تائين مسلمان ڀاءُ سان نٿو ڳالهائي ته اهو جهنمي آهي".

❀ انسان کي ڇڪ يا ڇڪ الله جي طرفان ايندي آهي، تنهن ڪري ڪيس "الحمدلله" چوڻ گهرجي ۽ ٻئي مسلمان کي "يرحمڪ الله" چوڻ گهرجي.

❀ اوٻاسي شيطان جي طرفان هوندي آهي، تنهن ڪري اوٻاسي وقت ساڄي هٿ جي ترِي يا کاٻي هٿ جي پٺي وات تي ڏجي ۽ "لاحول ولا قوة الابالله العلي العظيم" پڙهڻ گهرجي.

❀ ڪنهن بيمار جي طبع پرسي، عيادت ۽ خدمت ڪرڻ ثواب آهي.

❀ انسان جي "نظر" حق آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي نظر لڳي ته پوءِ ان تي قرآني سورتن يا وظيفن جو دم ڪرائڻ جائز آهي.

❀ مرض، بيماري جو علاج ڪرائڻ سنت آهي، پر حرام شين دوا طور استعمال ڪرڻ ناجائز آهن، ڇو ته حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته:

حرام شين ۾ شفا نہ هوندي آهي.

❀ ماکيءَ ۽ ڪلونجي کي گڏي، هر مرض لاءِ استعمال ڪرڻ سنت آهي.

❀ شطرنج، چوسر ۽ پيون اهڙيون رانديون ڪرڻ ناجائز آهن، جن ۾ دين ۽ دنيا جو ڪو فائدو ناهي، بلڪہ الله جي ياد کان غفلت ۽ وقت جي زيان جو ذريعو آهن.

❀ فقط گهوڙي سواري، تيز اندازي ۽ پاڻي ۾ ترڻ سکڻ جائز آهن.

❀ جانور ۽ پکي پاڻ ۾ وڙهائڻ، مثال طور: ڪڪڙن جي ويڙهہ، رڇ ڪُتي کي ويڙهائڻ، تتر وڙهائڻ وغيره شريعت ۾ سخت حرام آهن ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ تباهي ۽ عذاب جو ذريعو آهن.

❀ مٽن مائٽن، عزيزن، قريبن، دوستن ۽ احبابن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ ضروري آهي. مستدرڪ حاڪم جي حديث ۾ حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ "جنهن ماڻهو کي هي ڳالهہ پسند آهي تہ ان جي عمر ڊگهي ٿئي، رزق روزي ۾ ڪشادگي ۽ برڪت پئي ۽ سڪرات سولي ٿئي تہ ان کي گهرجي تہ مٽن مائٽن ۽ عزيزن سان سهڻو سلوڪ ڪري".

❀ پاڙي وارن کي ايذائڻ، تنگ ڪرڻ، حق تلفي ڪرڻ حرام آهي، مسلم شريف ۾ حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ "اهو شخص هرگز جنت ۾ نہ ويندو، جيڪو پاڙيسري کي تڪليف ۽ اذيت پهچائي ٿو".

❀ نيڪن صالحن جي صحبت ۾ رهڻ ثواب ۽ برن جي صحبت ۾ رهڻ عذاب آهي.

❀ خراب عقيدن ۽ عملن وارن ماڻهن سان محبت رکڻ ۽ صحبت اختيار ڪرڻ، الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي ناراض ڪرڻ آهي.

❀ مُڇون ننڍيون رکڻ ۽ ڏاڙهي مُٺ برابر رکڻ سنت آهي.

❀ ڏاڙهي مان سفيد (اڇا) وار چونڊي ڪڍڻ مڪروهہ آهي، ابو دائود شريف جي روايت آهي تہ حضور پاڪ ﷺ فرمايو: اڇو وار نُور آهي، ان کي نہ پٽيو.

❀ بغلن جا وار، زيرناف جا وار، هٿن پيرن جا نُنهن، مڇن جا وار گهٽ ۾ گهٽ هر هفتي ۽ وڌ ۾ وڌ چاليهہ ڏينهن اندر ڪٽڻ گهرجن.

❀ تڙ جي حالت ۾ وار پٽڻ يا ننهن لاهڻ مڪروهه آهي.

❀ ڏاڙهي رکڻ حضور ﷺ جي سنت آهي ۽ ڏاڙهي تي ٺوڪ يا ٺلول ڪرڻ حرام آهي.

❀ رات جو سرمه جون ٽي ڪانيون يا سرائيون پائڻ سنت آهي.

❀ عورت ڪي هٿن ۽ ننهن تي ميندي لڳائڻ جائز آهي، پر مرد ڪي مٿي ۽ ڏاڙهي جي وارن کان سواءِ هٿن پيرن تي ميندي لڳائڻ ناجائز آهي.

❀ اڄڪلهه جي دؤر ۾ عورتون هٿن پيرن جي ننهن تي يا چپن تي ڳاڙهو رنگ لڳائين ٿيون، جيڪو ته ڪري جمي ويندو آهي، ان سان وضو ۽ غسل نٿو لهي، تنهن ڪري اهڙو رنگ نه لڳائجي.

❀ ڏاڙهي يا مٿي جي وارن کي ڪارو خضاب ڪرڻ حرام آهي. ابو دائود ۽ نسائي شريف ۾ حديث آهي ته حضور ﷺ فرمايو "آخري دؤر ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو هوندا، جيڪي ڪارو خضاب استعمال ڪندا ۽ اُهي جنت جي خوشبوءِ به نه لهندا". هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته ڏاڙهي ۽ مٿي لاءِ سڀ کان پهريان ميندي ۽ ڪَتم (ميندي جو قسم) جو استعمال حضرت ابراهيم عليه السلام ڪيو ۽ سڀ کان پهريان ڪارو خضاب فرعون استعمال ڪيو.

❀ گهر ۾ ساهه دار شين جون تصويرون لڳائڻ جائز ناهن، البته غير ساهه دار شين جون تصويرون لڳائي سگهجن ٿيون.

❀ حلال رزق ڪمائڻ فرض آهي ۽ حلال روزي جي حصول لاءِ محنت ڪرڻ ثواب آهي، ايترو ڪمائڻ جو ان سان پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي گهر ٻارن جي ضرورتن کي پورو ڪري سگهي.

❀ حلال واپار ڪرڻ به سنت آهي ۽ ماپ تور ۾ گهٽائي ڏيڻ حرام آهي.

❀ عورتون گهر ۾ ڪپڙي لٽي جي سلائي وغيره جو ڪم ڪار ۽ خريد وفروخت جو ڪم ڪري سگهن ٿيون.

❀ حرام ظلم ۽ ناجائز طريقي سان هڪ درهم ڪمائڻ ۽ هڪ گرهه کائڻ سان، چاليهه ڏينهن دُعا ۽ عبادت قبول نه ٿيندي آهي.

❀ بي تحاشا مال ۽ ملڪيت هوندي زڪوات نه ڏيڻ، صدقات خيرات نه ڪرڻ، پاڙيسري، مسڪينن، يتيمن ۽ مظلومن جي مدد نه ڪرڻ حرام آهي ۽ مال

ملڪيت جي تباهي ۽ زوال جو سبب آهي.

❀ ظاهر ظهور برائي، بي حيائي، ظلم ۽ ناانصافي ۽ ناجائز ڪمن ڪي طاقت سان روڪڻ ڪامل ايمان جي نشاني آهي ۽ زبان سان روڪڻ وچٿري ايمان جي نشاني آهي ۽ فقط دل ۾ انهن ڪمن ڪي خراب سمجهڻ ضعيف ۽ ڪمزور ايمان جي نشاني آهي.

❀ قبرن جي زيارت لاءِ وڃڻ جائز ۽ سنت آهي، مسلم شريف جي حديث پاڪ ۾ آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: آئون توهان کي قبرن جي زيارتن ڪرڻ کان پهريان منع ڪندو هيس، پر هاڻي اجازت ٿو ڏيان ته قبرن جي زيارت ڪرڻ يلي وڃو.

❀ حضور پاڪ ﷺ جن احد جي شهيدن جي زيارت لاءِ ويندا هئا ۽ دعائون گهرندا هئا.

❀ سومر، اربع، جمع جي ڏينهن، شب برات، شب قدر، ٻنهي عيدن جي ڏينهن، محرم ۽ ذوالحج جي عشرن ۾، قبرستان وڃڻ ۽ ايصال ثواب لاءِ دعائون گهرڻ مستحب آهي.

❀ ماءُ پيءُ، عزيزن قريبن، استاد ۽ مرشد يا الله جي ڪنهن نيڪ صالح ٻانهي جي قبر جي زيارت ۽ ايصال ثواب لاءِ وڃڻ جائز آهي.

❀ عورتن جو بنا پردي ۽ ڪنهن محرم مرد کان سواءِ قبرستان وڃڻ ناجائز آهي، پر پردي سان ۽ اهڙي ماڻهن سان گڏ وڃڻ جائز آهي، جنهن سان ان جو نڪاح ڪرڻ حرام آهي.

❀ قبرن تي ويهڻ، قبرن کي زور ڏيڻ، قبرن تي پير رکڻ، قبرن کي سجدو ڪرڻ ۽ قبرن جي چوڌاري طواف ڪرڻ ۽ عورتن جو قبرن تي يا ميت تي روڄ راڙو ڪرڻ يا پار ڪڍڻ حرام آهي.

❀ زيارت جو مستحب طريقو هي آهي ته قبر جي پيراندي کان بيهي "السلام عليڪم" چئي ۽ پوءِ بيهي يا ويهي قرآن پاڪ، سورة ياسين يا قل شريف ۽ فاتحه پڙهي، ان جو ثواب قبر واري کي پهچائڻ لاءِ الله تعاليٰ کان دعا گهرجي.

❀ قبر جي مٽي يا خاڪ کائڻ حرام آهي.

❀ قبرستان ۾ ميلو ملاکڙو لڳائڻ، راند روند ڪرڻ يا ڪوبہ غير شرعي ڪم حرام آهي.

❀ ميت جي ايصال ثواب لاءِ خيراتون ڪرڻ، قرآن خواني ڪرڻ، مسجد ٺهرائڻ، غريب، مسڪين، يتيم ۽ بيواهہ جي مدد ڪرڻ افضل نيڪيون آهن.

❀ قبرستان ۾ بنا ضرورت سڄو ڏينهن ويهي رهڻ، ڪچهريون ڪرڻ، اجائي محفل قائم ڪرڻ ناجائز آهي.

❀ ڪنهن بہ قبر پرسان گذرڻ مهل، ڪجهہ گهڙيون بيهي قُل شريف پڙهي انهن لاءِ دعا گهرڻ مستحب آهي.

❀ جانورن ۽ پکين کي بنا سبب مارڻ ناجائز آهي.

❀ مال ڌارڻ ۽ چارڻ سنت آهي، خاص ڪري ٻڪريون ڌارڻ سنت ۽ برڪت جو سبب آهي.

❀ مال، سون، چانديءَ ۽ پئسا شرعي مقدار تي پورا ٿين تہ زڪوات ڏيڻ فرض آهي.

❀ غير مسلم هندن، ڪافرن جي مذهبي ريتن رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ ناجائز آهي.

❀ ڪافر، مشرڪ يا بدعتي، بي دين جي تعظيم ڪرڻ ناجائز آهي.

❀ اسلامي عبادتن، اسلامي رسمن ۽ الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب نبي ﷺ سان تعلق ۽ نسبت رکندڙ ڪنهن بہ شيءِ تي ٽوڪ ٺٺول ۽ تذليل ڪرڻ حرام ۽ ڪفر آهي.

❀ الله جي پاڪ ڪلام، الله جي نبين، محبوب ڪريم ﷺ جي اصحابن سڳورن، اهل بيت ڪرام ۽ ازواج مطهرات جي توهين ۽ تنقيص ڪرڻ ڪفر آهي.

❀ الله تعاليٰ جي دوستن ۽ ڪامل ولين جي پاڪ تعليم ۽ طريقي جي مخالفت ڪرڻ بي ديني آهي.

❀ ربيع الاول شريف جي مهيني ۾، حضور نبي ڪريم ﷺ جن جو (ميلاد) عرس شريف ڪرڻ جائز ۽ باعث خيروبرڪت آهي ۽ ربيع الاخر ۾ حضرت

غوث اعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني قدس سره جي يارهين شريف ڪرڻ به جائز آهي.

❀ ٻارن جي ڄمڻ بعد، ستين ڏينهن سندس مٿو ڪوڙڻ، نالو رکڻ ۽ عقيقو ڪرڻ سنت آهي. ٻار جي وارن جي وزن برابر چانديءَ خيرات ڪجي، جيڪڏهن ڇوڪرو آهي ته عقيقي ۾ ٻه ٻڪر ۽ ڇوڪري آهي ته هڪ ٻڪر قربان ڪجي.

❀ جهالت سببان گهڻا ماڻهو ڪنهن غير شادي شده نوجوان جي وفات بعد ان جي هٿن پيرن کي ميندي هڻندا آهن، اهو سخت حرام آهي.

## قرض ڏيڻ ۽ وٺڻ

اي عزيز، انسان تي ڪڏهن اچانڪ ڏکيو وقت اچي ويندو آهي ۽ مالي حالت تنگ هجڻ ڪري، اُهو ڪنهن مالدار کان قرض گهرندو آهي ۽ مالدار تي لازم آهي ته هو مسلمان ڀاءُ جي ڏکئي وقت ۾ امداد ڪري يا ان کي قرض ڏئي ڇڏي ۽ وٺڻ واري لاءِ به ضروري آهي ته هو قرض وٺڻ ۽ واپس ڏيڻ وقت ان جو شڪريو ادا ڪري.

❀ قرآن پاڪ ۾ حڪم آهي ته جڏهن به هڪ ٻئي کي قرض ڏيو ته ان کي باقاعدي لکي ڇڏيو.

❀ قرض ڏيڻ واري لاءِ مستحب آهي ته هو قرض جي رقم يا شيءِ واپس وٺڻ ۾ ڪجهه دير ڪري ۽ قرض واپس وٺڻ جي معاملي ۾ مقروض تي نرمي ڪري.

❀ قرض ڏيڻ واري جيڪڏهن مقروض کان ڪجهه رقم وڌائي ورتي ته پوءِ اهو وياج آهي ۽ حرام آهي، ڇو ته قرض ۾ جيتري شيءِ وٺبي آهي، اوتري ئي واپس ڪبي آهي.

❀ بنا ضرورت، عيش پرستي يا فضوليات ۽ اسراف لاءِ قرض وٺڻ جائز ناهي.

❀ حضور پاڪ ﷺ فرمائين ٿا ته جنهن کي هي ڳالهه پسند هجي ته الله تعاليٰ ان کي قيامت جي سختين مان ڇوٽڪارو ڏئي ته ان کي گهرجي ته تنگ دست قرضي کي مهلت ڏئي يا ان کي معاف ڪري ڇڏي.

❀ هڪ ڀيري حضور نبي پاڪ ﷺ مسجد ۾ ابو امامه وٽ ويا ته ڪيس

غمگين ٿيائون، جنهن عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ ،آئون قرضن ۾ ڦاسي ويو آهيان؟ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو: اي ابو امامہ توکي اهڙي دعا نہ سيکاريان، جنهن کي صبح ۽ شام پڙهندو ڪر، تنهنجا سيئي قرض الله تعاليٰ لاهي ڇڏيندو. اها دعا هي آهي:

اللهم اني اعوذ بک من الهم والحزن واعوذ بک من العجز والکسل واعوذ بک من الجبن والبخل واعوذ بک من غلبة الدين وقهر الرجال.

# پرايو مال ڦٻائڻ

حضرت سعد بن زيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو "جيڪو ماڻهو ڪنهن جي هڪ گرانٽ زمين تي قبضو ڪندو يا ڦٻائيندو تہ قيامت جي ڏينهن ان کي ڪنڌ ۾ ستن زمينن جو طوق پارايو ويندو".

# شراب ۽ نشو ڪرڻ

اي عزيز، اڄ جي دؤر ۾ "شراب نوشي" هڪ رسم ۽ عام رواجي ڳالهہ بنجي چڪي آهي ۽ ماڻهو شراب ۾ ڪاهي پيا آهن. دين اسلام ۾ "شراب پيئڻ" سخت حرام ۽ ڪبيره گناهہ آهي. شراب پيئڻ سان انسان مان حيا، غيرت ۽ شرافت نڪري ويندي آهي، دنيا ۾ تباهي ۽ قبر ۾ سخت عذاب ۽ آخرت ۾ رسوائي ۽ خواري وارو عذاب ملندو آهي.

❀ حضور عليہ الصلوة والسلام فرمايو " جنهن دنيا ۾ شراب پيتو، ان کي الله تعاليٰ جهنم ۾ نانگن جو تهڪندڙ زهر پياريندو، جنهن جي پيئڻ سان ان جي جسم جو گوشت ڳري ويندو".

❀ حضور عليہ الصلوة والسلام فرمايو: "شراب ٺاهيندڙ، شراب وڪڻندڙ، شراب کي کڻي ايندڙ، شراب پياريندڙ ۽ شراب پيئندڙ ان گناهہ ۾ برابر جا شريڪ آهن ۽ سيني تي الله ۽ ملائڪن جي لعنت آهي".

❀ الله تعاليٰ شراب جي عادي ماڻهو جي نہ نماز قبول ڪندو آهي، نہ روزو نہ حج ۽ نہ خيرخيرات، جيڪڏهن شرابي شراب جي حالت ۾ مري ويو ۽ شراب

ڪان توبهه تائب نه ٿيو ته اُهو جهنمي آهي ۽ جهنم ۾ ان کي بدبودار ٿڪندڙ پونءِ پياري ويندي، جنهن جي بدبوءِ کان جهنم وارا به پناهه گهرندا.

❀ حضور پاڪ ﷺ فرمايو: "هر اُها شيءِ جنهن ۾ نشو آهي ۽ عقل کي ختم ڪندڙ آهي سا حرام آهي" تنهن ڪري شراب، ڀنگ، چرس ۽ آفيم وغيره به حرام آهن".

❀ حضور عليه الصلواة والسلام فرمايو: شراب ۽ ايمان، هڪڙي سيني ۾ گڏ نٿا ٿي سگهن، تنهن ڪري شراب کان بچو جيڪا سيني برائين جي پاڙ (ام الخبائث) آهي.

❀ شب قدر يا شب برات جهڙين ڀلارين راتين ۾، الله تعاليٰ هر قسم جي ڏوهارين ۽ گناهگارن کي بخشي ڇڏيندو آهي، پر ماءُ پيءُ جي نافرمان، قطع تعلق ڪندڙ ۽ شرابي کي نه بخشيندو آهي.

❀ شرابي جڏهن شراب جو پيالو وات جي ويجهو آڻيندو آهي ته ان جي جسم مان ايمان الوداع ڪري ويندو آهي.

اي عزيز، تنهن ڪري الله جي محبوب نبي ﷺ تي ڪلمه پڙهڻ وارن مسلمانن کي (۽ خاص ڪري پير سائين جي مريدن کي) عرض ٿو ڪجي ته ان بي حيائي جي ڪم کان باز اچو، سچي دل سان توبهه تائب ٿيو ته الله تعاليٰ جي رحمت تمام ڪشادي آهي. جڏهن ٻانهو ڪنهن به گناهه جي ڪم کان سچي توبهه ڪري، ان کي ڇڏي ڏيندو آهي ۽ محبوب نبي ﷺ جو وسيلو وٺي رب کان معافي گهرندو آهي ته الله تعاليٰ به ان کي معاف ڪري ڇڏيندو آهي.

# بي برڪتي ۽ مصيبتن جا سبب

اي عزيز، اڄ جي دؤر ۾ عام طرح ماڻهو پنهنجي گهر ۾ بي برڪتي، مصيبتن، پريشانين، جنات، آفتن ۽ بيمارين جي شڪايت ڪندا آهن. ان لاءِ ڄاڻڻ گهرجي ته اسان جو ايمان آهي ته نفعي ۽ نقصان جي چاٻي رب ڪريم جي دست قدرت ۾ آهي. مگر الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمائي ٿو ته توهان کي جيڪي پريشانيون پهچن ٿيون، اُهي توهان جي ئي عملن جي ڪري هونديون آهن. جيڪڏهن ڪنهن جا عمل الله ۽ ان جي محبوب نبي ﷺ جي تعليم

مطابق آهن ته، الله تعاليٰ ان کي دنيا ۽ آخرت جون خوشيون ۽ برڪتون عطا ڪندو آهي ۽ جنهن جا اعمال الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي تعليم ۽ طريقي جي برخلاف آهن ته، يقيناً اهو دنيا ۽ آخرت ۾ پريشان ۽ مصيبت زده رهندو. جنهن بہ مسلمان جي گهر ۾ نہ نماز، نہ ذڪر هوندو، نہ قرآن جي تلاوت هوندي تہ يقيناً اهو گهر ويران ۽ اُجڙيل هوندو آهي.

هتي اسان ڪجهہ اهڙن ڪمن جو ذڪر ڪيون ٿا. جيڪي عام طور هر گهر ۾ ۽ هر ماڻهو هٿان ٿيندا آهن ۽ اهي برڪتن ۽ رحمتن جي زوال جو سبب بڻجندا آهن:

(1) ڪوڙ ڳالهائڻ (2) گلا ڪرڻ (3) ڪوڙا قسم کڻڻ (4) ترُ جي حالت ۾ ڪاڌو کائڻ (5) رات جو گهر ۾ ٻهارو ڏيڻ (6) ڏندن سان نهن ڪٽڻ (7) ماءُ پيءُ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ (8) ڀڳل ڪَنگو، ڦڻي استعمال ڪرڻ (9) ماءُ پيءُ جو نالو وٺي سڏ ڪرڻ (10) ننڍين ٻارن تي رحم ۽ شفقت نہ ڪرڻ (11) وڏن جو ادب نہ ڪرڻ (12) ٻارن ۽ ڀيڻن جو حياءُ نہ ڪرڻ (13) اولاد جي سُٺي تعليم ۽ تربيت نہ ڪرڻ (14) ماني کان پوءِ برتن صاف نہ ڪرڻ (15) گهر ۾ صفائي جو خيال نہ رکڻ (16) گهر مان ڪوريئڙن جو ڄار صاف نہ ڪرڻ (17) گهر ۾ گارگند ڪرڻ (18) سج اُڀرڻ کان پوءِ بہ ننڊ ڪرڻ (19) فجر نماز لاءِ نہ اُٿڻ (20) خيرات لاءِ آيل مسڪينن کي گاريون ڏيڻ (21) گهر ۾ ساز سرود وڄائڻ يا ٻڌڻ (22) دنيا جي مسئلن سبب مٽن مائٽن سان تعلق ختم ڪرڻ (23) چاليهہ ڏينهن تائين سنوارت نہ ڪرڻ (24) امانت ۾ خيانت ڪرڻ (25) زڪوات نہ ڏيڻ (26) گهر ۾ قرآن جي تلاوت نہ ڪرڻ (27) عورتن جو بي پردگيءَ سان گهمڻ (28) عورتن جو ڌارين مردن سان ڳالهائڻ (29) گهر ۾ عورتن جو مٿي اگهاڙو تي ڪم ڪار ڪرڻ (30) عورت جو هار سينگار ڪري، ڌارين مردن آڏو بي پردگي سان گهمڻ (31) وهنجڻ واري جڳهہ تي پيشاب ڪرڻ (32) جائي واٽي نماز قضا ڪرڻ (33) مسجد ۾ اچي دنيا جون ڳالهيون ڪرڻ (34) قبلي شريف ڏانهن مُنهن ڪري ٿڪ اُڇلائڻ يا پيشاب ۽ پائخانو ڪرڻ (35) وضو دوران دنيا جون ڳالهيون ڪرڻ (36) مهمان جي اچڻ تي خوش نہ ٿيڻ ۽ مهمان جي خدمت نہ ڪرڻ (37) رستي يا ماڻهن جي ويهڻ واري جاءِ تي

پيشاب ڪرڻ (38) بالغ نياڻيون گهڻو وقت گهر ۾ ويهارڻ (39) ظلم ڪرڻ (40) چغلي هڻڻ (41) هر قسم جو نشو ڪرڻ (42) استاد، ماءُ پيءُ يا مرشد جي نصيحتن تي عمل نه ڪرڻ (43) هر چڱي ڪم کان اڳ بسم الله شريف نه پڙهڻ (44) فوتگيءَ تي روڄ راڙو ڪرڻ ۽ پار ڪڍڻ (45) نوجوانن جو گهر ۾ غير اخلاقي مواد پڙهڻ يا ڏسڻ. اهي سيئي اهڙيون شيون آهن، جن جي ڪري گهر ۾ مصيبتون، پريشانيون، بيماريون ۽ آفتون ديرو ڪنديون آهن، تنهن ڪري مؤمن مسلمانن کي گهرجي ته مٿين ڳالهين کان پاسو ڪن.

## گهر ۾ رحمتن ۽ برڪتن جا ذريعا

(1) پنج وقت نماز پابندي سان پڙهڻ (2) فجر مهل ۽ سانجهيءَ کان پوءِ (قادري طريقي جو) ذڪر ڪرڻ (3) گهر ۾ صبح جو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ (4) اولاد کي قرآن ۽ سنت جي تعليم ڏيارڻ (5) گهرو ماحول کي بي حيائي ۽ فحاشي کان بچائڻ (6) حال مطابق صدقو ۽ خيرات ڪرڻ (7) سائل کي خالي نه موٽائڻ (8) عورتن جو نماز ۽ ذڪر جي پابندي ڪرڻ (9) اولاد کي سٺا اخلاق سيکارڻ (10) گهر ۾ مٺو اُڳهاڙو ڪري، بي پردگي سان نه هلڻ (11) ننڍن وڏن کي تسبيح، ذڪر ۽ درود شريف پڙهڻ جي تلقين ڪرڻ (12) پاڙيسرين کي نه ايذائڻ (13) مٽن مائٽن سان بغض، حسد ۽ ساڙ نه ڪرڻ.

## جهنم جي باهه ۾ داخل ٿيڻ جا رستا

اي عزيز، هر هڪ مؤمن مسلمان جي اها خواهش ۽ تمنا هوندي آهي ته اهو آخرت ۾ جنت ۾ داخل ٿئي. جنت جي ابدي نعمتن مان مستفيض ٿئي ۽ جهنم جي دردناڪ عذاب ۽ ساڙيندڙ باهه کان بچي، ان جي سڪرات سولي ٿئي ۽ قبر جي عذاب کان به محفوظ رهي، هن دنيا ۾ به آرام ۽ سڪون سان زندگي بسر ڪري ۽ دنيا ۾ الله جون رحمتون ۽ برڪتون حاصل ڪري. پر اهي سيئي انعام ۽ اڪرام ڪيئن حاصل ٿيندا؟ ان لاءِ ڄاڻڻ گهرجي ته هر هڪ مؤمن مسلمان جيستائين الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب ڪريم ﷺ جي احڪامن ۽ ارشادن تي عمل نه ڪندو ۽ پاڻ کي هن دنيا ۾ "ڪبيرن گناهن" کان نه

بچائيندو، تيستائين انهن نعمتن ۽ برڪتن جو حاصل ٿيڻ ناممڪن آهي. هڪڙو ماڻهو عبادت ته ڪري ٿو، پر پاڻ کي ڪبيره گناهن کان نٿو بچائي ته ان جي عبادت به بارگاهه خداوندي ۾ قبول نه ٿيندي، تنهن ڪري جنت جي حصول ۽ جهنم کان بچاءَ جي لاءِ ڪبيرن گناهن کان بچڻ هر هڪ مؤمن مسلمان لاءِ ضروري آهي. انهن ڪبيرن گناهن جو مختصر ذڪر هتي ڪجي ٿو. شال رب ڪريم پنهنجي محبوب نبي ڪريم ﷺ جي صدقي، اسان سڀني مسلمانن کي انهن ڪبيرن گناهن کان محفوظ فرمائي. (آمين)

## شرڪ ڪرڻ

الله تعاليٰ جي وحدانيت، الوهيت ۽ عبادت ۾ ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ يا سمجهڻ يا الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي معبود سمجهڻ کي شرڪ چئبو آهي. جيڪو ڪبيرو گناهه آهي. ڇو ته عبادت جو حقدار فقط "الله" آهي، جيڪو اڪيلو آهي، هر شيءِ جو خالق ۽ مالڪ آهي. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته الله تعاليٰ هر قسم جا گناهه توبهه تائب ٿيڻ سبب بخشي ڇڏيندو آهي، پر شرڪ ڪرڻ واري کي نه بخشيندو آهي. بخاري شريف ۾ روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو الله تعاليٰ وٽ سڀ کان وڏو گناهه شرڪ آهي.

## ڪفر ڪرڻ

دين اسلام جي ضروري شين مان ڪنهن هڪ به شيءِ جو انڪار ڪرڻ يا ان ۾ شڪ ڪرڻ يا دين جي ڪمن کي حقير سمجهڻ يا دين اسلام جي ضروري شين جي توهين ڪرڻ، اهي سڀئي ڪفر آهن.

مثال طور: الله تعاليٰ جي توحيد، ذات ۽ ازلي صفتن جو انڪار ڪرڻ، الله جي نبين ۽ رسولن، آسماني ڪتابن، ملائڪن، قيامت جي ڏينهن ۽ تقدير جو انڪار ڪرڻ ڪفر آهي. قرآن پاڪ ۾ شڪ ڪرڻ، قرآن کي ڪٽل يا وڌايل چوڻ، قرآن کي مخلوق يا فرسوده چوڻ به ڪفر آهي. الله جي رسول ﷺ کي آخري نبي نه مڃڻ، بي علم چوڻ يا رسول الله ﷺ جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ ڪفر آهي. الله جي رسول ﷺ جي سڀني صحابه ڪرام کي نه مڃڻ، صحابه ڪرام ،اهلبيت يا ازواج مطهرات کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ به ڪفر آهي. قبر جي

عذاب، منڪر نڪير جي سوالن، محشر ۾ گڏ ٿيڻ، پل صراط تان گذرڻ، ميزان ۾ عملن جي تُرڻ، حوض ڪوثر ۽ رسول الله ﷺ جي شفاعت کي نہ مڃڻ، اهي سيئي ڪفر جا ڪم آهن. الله جي عبادت، قرآن جي تلاوت ۽ رسول الله ﷺ جي قول، فعل ۽ سنت تي ٺٺول ۽ ٽوڪ ڪرڻ ۽ حقير سمجهڻ ڪفر آهن. جن بہ عقيدن ۽ عملن ۾ دين اسلام جي تڪذيب يا توهين ٿئي ٿي، اهي سمورا ڪفر آهن. جيڪو شخص مسلمان ٿي ڪري ڪفر ڪندو، اهو مرتد ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان کان ڪو ڪفريہ ڪلمو سرزد ٿي وڃي تہ ان کي فوراً ڪلمو پڙهي توبہ تائب ٿيڻ گهرجي ۽ پنهنجي زال سان ٻيو ڀيرو (تجديد) نڪاح ڪرڻ ضروري آهي. جيڪڏهن (معاذالله) ڪفر وارو بغير توبہ جي مري ويو تہ اُهو هميشه جهنم ۾ رهندو.

# مسلمان جو خون ڪرڻ

ڪنهن بہ مسلمان کي ناحق ۽ دنيا جي مسئلي سبب مارڻ بہ جهنم ڏانهن وٺي ويندڙ ڪبيرو گناهہ آهي. "سورت نساءِ" ۾ الله سائين فرمائي ٿو تہ "جيڪو ڄاڻي واڻي ڪنهن مسلمان کي قتل ڪندو تہ ان جو بدلو جهنم آهي". ترمذي شريف ۾ حضرت سعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو : "جيڪڏهن زمين ۽ آسمان وارا سيئي گڏجي ڪنهن بہ بي گناهہ مسلمان جي خون ڪرڻ ۾ شريڪ ٿين تہ الله تعاليٰ انهن سيني کي اونڌي مُنهن جهنم ۾ وجهندو".

# زنا ڪرڻ

"زنا" سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهہ آهي. جنهن جي آخرت ۾ سزا جهنم جو عذاب آهي ۽ دنيا ۾ زاني جي سزا هڪ سؤ ڪوڙا ۽ پٿرن سان سنگسار ڪرڻ آهي. قرآن ۽ حديث ۾ زنا جي سخت ممانعت بيان ڪيل آهي. جنهن جو تفصيل "برڪات النڪاح وآفات الزنا" ڪتاب ۾ پڙهو.

# لواطت (بدفعلي)

ڇوڪرن سان بدفعلي ڪرڻ کي لواطت چئبو آهي، جيڪو زنا کان بہ

وڏيڪ خراب ۽ ڪبيرو گناهه آهي. جنهن جي شروعات حضرت لوط عليه السلام جي دؤر ۾ ڪافرن ڪان ٿي ۽ الله تعاليٰ انهن جي مٿان زلزلن ۽ پٿرن جو عذاب نازل ڪري ڪين تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. قرآن پاڪ جي سورت اعراف ۾ الله سائين فرمائي ٿو تہ جڏهن لوط عليه السلام پنهنجي قوم کي چيو، ڇا توهان اُها بي حيائي ٿا ڪيو، جيڪا توهان کان اڳ ۾ ڪنهن نہ ڪئي آهي، توهان عورتن کي ڇڏي مردن مان شهوت پوري ٿا ڪيو، بلڪہ اوهان حد کان لنگهي چڪا آهيو. "ترمذي شريف ۾ حضرت عَمرو رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: جيڪو شخص قوم لوط وارو عمل ڪندو، اُهو لعنتي آهي".

فردوس ديلمي ۽ ڪنزالعمال ۾ حضرت ابو سعيدي خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: آخري دؤر ۾ هڪ قوم پيدا ٿيندي جن کي "لوطيہ" چئبو ۽ اُهي ٽن قسمن جا هوندا، هڪڙا اُهي جيڪي فقط ڇوڪرن جا چهرا ڇتائي ڏسندا ۽ انهن سان ڳالهائيندا ۽ ٻيا اُهي جيڪي شهوت جي ارادي سان ڇوڪرن سان مصافحه ۽ معانقہ ڪندا. ٽيان اُهي جيڪي ڇوڪرن سان بدفعلي ڪندا. پوءِ انهن ٽنهي تي الله جي لعنت آهي، مگر جيڪي توبہ ڪندا تہ الله انهن جي توبه قبول فرمائيندو.

# چوري

چوري ڪرڻ بہ ڪبيرو گناهه آهي. سورت مائده ۾ الله سائين فرمائي ٿو تہ "جيڪي بہ مرد يا عورت چور هجن تہ انهن جا هٿ ڪپيو". مسلم شريف جي حديث آهي تہ: "چور جنهن وقت چوري ڪندو آهي تہ ان وقت مؤمن ناهي رهندو". ڌاڙو هڻڻ، ڦرمار ڪرڻ، ڪنهن جو مال غصب ڪرڻ ۽ امانت ۾ خيانت ڪرڻ، اهي سمورا ڪم بہ چوري وانگر حرام ۽ عذاب ۾ گرفتار ٿيڻ جا ذريعا آهن. شريعت مطهره جو حڪم آهي تہ چور جيڪڏهن ڏهه درهم يا ان کان وڌيڪ مال جي چوري ڪري ٿو تہ ان جو هٿ ڪپيو ويندو ۽ ڪٽيل هٿ ان جي ڪنڌ ۾ لڙڪائي شهر جو گشت ڪرايو ويندو تہ جيئن ٻيا ماڻهو ان مان عبرت حاصل ڪن.

# شراب

"شراب" پيئڻ به سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي، جنهن کي حضرت رسول الله ﷺ جن ام الخبائث يعني سيني برائين جي پاڙ سڏيو آهي. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو آهي ته: شراب پيئندڙ جي چاليهه ڏينهن تائين نماز قبول ناهي. دنيا ۾ عادي شرابي جي سزا اسي ڪوڙا آهن ۽ آخرت ۾ جهنم جو عذاب آهي.

# جُوا کيڏڻ

جُوا ڪرڻ ۽ جُوا مان حاصل ٿيل آمدني کائڻ حرام آهي. قرآن پاڪ جي "سورت مائده" ۾ جُوا ۽ شراب کي شيطاني ڪم سڏيو ويو آهي. ابن ماجه ۾ حضرت بريده رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ فرمايو جنهن شخص جُوا کيڏي، تنهن ڄڻ پنهنجا هٿ خنزير جي گوشت ۽ رت ۾ ٻوڙيا.

# يتيمن جو مال کائڻ

يتيمن جو مال کائڻ به سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. سورت النساءِ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته "اهي ماڻهو جيڪي ناحق يتيمن جو مال کائن ٿا، اُهي (حقيقت ۾) پنهنجا پيٽ باهه سان ڀرين ٿا ۽ عنقريب اُهي دوزخ جي ڀڙڪندڙ باهه ۾ وڌا ويندا". مشڪوات شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو:" مسلمانن جي گهرن ۾ بهترين گهر اُهو آهي جنهن ۾ ڪو يتيم رهي ٿو ۽ ان سان سُٺو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو، پر مسلمانن جي گهرن ۾ بدترين اُهو گهر آهي، جنهن ۾ رهندڙ يتيم سان بُرو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو".

حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره ملفوظات شريف ۾ فرمايو آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو: جيڪو شخص يتيمن جو مال بنا حق جي کائيندو ته، ان شخص کي ملائڪ قبر منجهه دوزخ جي باهه مان پٿر تپائي وات ۾ وجهندا، جيڪي وات کان هيٺ لٿا سندس مقعد کان نڪتا ويندا ۽ ڪيس چوندا ته هي پٿر به کاءُ جيئن تون دنيا ۾ يتيم جو مال کائيندو هئين.

# ماءُ پيءُ کي ايذائڻ

ماءُ پيءُ جي نافرماني، انهن کي ايذائڻ ۽ گارگند ڪرڻ سخت حرام آهي. هڪ مؤمن مسلمان لاءِ ماءُ پيءُ جي خدمت ڪرڻ، سندن ادب ۽ حيا ڪرڻ، انهن جي فرمانبرداري ڪرڻ ضروري آهي. قرآن پاڪ جي سورت بني اسرائيل ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته " ۽ ماءُ پيءُ سان سهڻو سلوڪ ڪيو، جيڪڏهن اُهي ٻئي پوڙها ٿي وڃن ته، انهن کي اُف به نه چئو ۽ نه جهڙڪ ڏيو. بلڪه تعظيم سان ڳالهايو". "ابن ماجه" ۾ حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: توهان جا ماءُ پيءُ توهان لاءِ جنت ۽ جهنم جو ذريعو آهن، جيڪڏهن انهن جي خدمت ۽ انهن جا حق ادا ڪندؤ ته اوهان جنت جا مستحق ٿيندؤ پر جيڪڏهن انهن کي ايزائيندؤ ۽ انهن جي حقن جي انحرافي ڪندؤ ته جهنم ۾ ويندؤ. مشڪوات شريف ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: "الله تعاليٰ جنهن کي چاهي بخشي ڇڏيندو آهي مگر ماءُ پيءُ کي ايذائيندڙ ۽ نافرمان کي ناهي بخشيندو، بلڪه ائين ڪندڙن کي مرڻ کان پهريان ئي دنيا ۾ سزا ڏيندو آهي".

# گلا ۽ غيبت

ڪنهن کي پر پٺ گهٽ وڌ ڳالهائڻ يا ان جا عيب بيان ڪرڻ کي گلا چئبو آهي ۽ گلا به اسلام ۾ حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. سورت حجرات ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته "۽ هڪ ٻئي جي گلا نه ڪريو، ڇا توهان مان ڪو پسند ڪندو ته پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي؟ يقيناً توهان کي اُهو ناپسند لڳندو، پوءِ الله کان ڊڄو". تنهن ڪري گلا جي عادت کان بچڻ گهرجي.

# چُغلي

هڪڙي ماڻهو جي ڪا ڳالهه ٻئي ماڻهو تائين فساد ڦهلائڻ ۽ نقصان پهچائڻ خاطر ڪٿي وڃڻ کي چغلي چئبو آهي، جيڪا پڻ حرام ۽ وڏن گناهن ۾ شامل آهي. مسلم شريف ۾ حضور ﷺ جن جو فرمان آهي ته: چغل خور جنت ۾ داخل نه ٿيندو، ڇو ته چغلي مسلمان ڀائرن ۾ اختلاف، فساد ۽ جهيڙي جو سڀ کان وڏو ذريعو آهي ۽ چغل خور جي نه معاشري ۾ عزت آهي نه الله تعاليٰ وٽ عزت آهي.

# رشوت

رشوت ڏيڻ، وٺڻ ۽ ٻنهي جي وچ تي دلالي ڪرڻ به حرام ۽ گناهه آهي. قرآن پاڪ ۾ به رشوت کي حرام مال چيو ويو آهي. مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت ثوبان کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: رشوت ڏيندڙ، رشوت وٺندڙ ۽ ٻنهي جي وچ تي دلالي ڪندڙ، سڀني تي الله جي لعنت آهي. ابوداؤد شريف ۾ حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص ڪنهن ٻئي ماڻهو جي سفارش ڪئي ۽ ان سفارش ڪرائيندڙ سفارش ڪرڻ سبب ان کي هديه يا تحفو ڏنو ۽ ان قبول ڪيو ته بيشڪ اُهو وياج جي دروازن مان هڪ وڏي دروازي ۾ داخل ٿيو.

# حرام ڪائڻ

هڪ مؤمن مسلمان لاءِ الله جي فرضن (نماز، روزو، حج، زڪوات) کان پوءِ حلال رزق ڪمائڻ به فرض آهي ۽ ايمان واري لاءِ ضروري آهي ته حلال ڪمائي ۽ حلال کائي ۽ حرام کائڻ کان بچي. سورت بقره ۾ الله سائين فرمائي ٿو ته " اي ايمان وارؤ، اسان جي ڏنل حلال روزي مان کائو ۽ الله جو شڪر ادا ڪريو". مسند امام احمد ۾ حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ فرمايو: حرام جي ڪمائي مان پليل ۽ وڌيل گوشت جنت ۾ داخل نه ڪيو ويندو. مشڪوات ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: جنهن ماڻهو ڏهه درهمن ۾ ڪپڙو خريد ڪيو، پر انهن ڏهن ۾ هڪ درهم حرام جو هيو ته اُهو ڪپڙو جيستائين ان جي جسم تي هوندو، الله ان جي ڪابه نماز قبول نه ڪندو. مسلم شريف ۾ حضرت ابن مسعود رضي الله کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ڪنهن شخص جي حرام جي ڪمائي مان نه خيرات قبول ڪئي ويندي آهي، نه ان ۾ برڪت ٿيندي. جيڪو پنهنجي پويان حرام مال ڇڏي ويو، اُهو حقيقت ۾ ان لاءِ جهنم ۾ وڃڻ جو سامان هوندو آهي، تنهن ڪري حرام ۽ ناجائز ذريعن سان ڪمايل مالن کي کائڻ، پيئڻ، پائڻ يا نيڪي جي ڪم ۾ استعمال ڪرڻ به حرام ۽ گناهه آهي، ڇو ته الله تعاليٰ پاڪ آهي ۽ پاڪ مال کي ئي پنهنجي بارگاهه ۾ قبول ڪندو آهي.

# ظلم ۽ زيادتي

ڪنهن سان به ظلم، ناانصافي ۽ زيادتي ڪرڻ حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي ۽ الله جي قهر، غضب ۽ عذاب جو ذريعو آهي. سورت انبياء ۾ الله سائين فرمائي ٿو ته "اسان ظلم ڪندڙن جي ڪيتري ئي ڳوٺن ۽ آبادين کي تباهه ڪري ڇڏيو". مسلم ۽ بخاري ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: مظلوم جي دانهن ۽ فرياد کان ڊڄو، ڇو ته مظلوم ۽ الله جي وچ تي ڪو به پردو حائل نه هوندو آهي.

# بهتان ۽ تهمت

ڪنهن بي ڏوهي شخص تي پنهنجي طرفان ڪو الزام گهڙي مڙهڻ، بهتان آهي، جيڪو پڻ حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. ڪنزالعمال ۾ حضرت علي سائين رضي الله عنه کان روايت آهي ته ڪنهن بي ڏوهي شخص تي بهتان مڙهڻ، آسمانن کان به ڳرو گناهه آهي. حضرت حذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: ڪنهن به پاڪ دامن ۽ بي گناهه عورت تي زنا جي ڪوڙي تهمت هڻڻ سان، هڪ سؤ سالن جا نيڪ عمل برباد ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح ڪنهن بي گناهه ماڻهو تي چوري، ڌاڙي يا خون وغيره جو ڪوڙو الزام هڻي ڦاسائڻ به شريعت ۾ حرام آهي.

# خودڪشي

پنهنجي هٿن سان پاڻ کي مارڻ يعني خودڪشي ڪرڻ وارو مسلمان خودڪشي ڪرڻ سان ڪافر ناهي ٿيندو ليڪن سخت گنهگار ۽ جهنم جي سزا جو لائق ٿئي ٿو ۽ خودڪشي ڪرڻ وارو جنهن به اوزار يا هٿيار سان پاڻ ماريندو آهي ته قبر ۽ آخرت ۾ به ان ئي شيءِ سان مٿس عذاب ٿيندو رهندو آهي. جيئن مسلم شريف ۾ حضرت ثابت رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جيڪو شخص پاڻ کي جنهن به شيءِ سان ماريندو آهي ته الله تعاليٰ ان ئي شيءِ سان ان کي عذاب ڏيندو آهي.

# تڪبر ۽ وڏائي

نوڙت، نهٺائي ۽ عاجزي جو ضد تڪبر آهي. ڪنهن ٻئي مسلمان کي پاڻ کان حقير سمجهڻ به تڪبر آهي ۽ اهو حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. شيطان کي به تڪبر ئي ذليل ۽ خوار ڪيو. مشڪواة شريف ۾ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: "جنهن جي دل ۾ رائي جي داڻي برابر تڪبر هوندو، اهو جنت ۾ داخل نه ٿيندو". سٺو لباس پائڻ، سٺو گهر ۽ سامان رکڻ تڪبر ناهي، بلڪه حق کان سرڪشي ڪرڻ، پاڻ کي وڏو ۽ عزتدار ۽ ٻين کي گهٽ يا حقير سمجهڻ تڪبر آهي، جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ بربادي جو سبب آهي.

# بخيلي

بخيلي ۽ ڪنجوسي به هڪ خراب خصلت ۽ ڪبيرن گناهن ۾ شامل آهي. سڀ ڪجهه هوندي پاڻ تي، پنهنجي اهل وعيال تي ۽ نيڪي جي ڪمن ۾ مال خرچ نه ڪرڻ، بلڪه مال ميڙي رکڻ بخيلي آهي. ترمذي شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: سخي الله کي ويجهو آهي، جنت کي ويجهو آهي ۽ ماڻهن کي ويجهو آهي، پر بخيل الله کان پري آهي، ماڻهن کان پري آهي، جنت کان پري آهي. مگر جهنم کي ويجهو آهي ۽ جاهل سخي الله تعاليٰ کي بخيل عابد کان وڌيڪ پيارو آهي.

# حسد ۽ ساڙ

ڪنهن جي نعمتن جي زوال ۽ تباهي جي تمنا ڪرڻ ۽ مسلمان ڀاءُ جي عزت ۽ مال وغيره تي خوش ٿيڻ بجاءِ پنهنجي ئي اندر جي باهه ۾ پچڻ کي به شريعت مطهره حرام قرار ڏنو آهي. بخاري شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو " هڪ ٻئي سان حسد نه ڪيو ۽ هڪ ٻئي سان ساڙ نه رکو ۽ هڪ ٻئي کان تعلق نه ٽوڙيو ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا ڀائر ٿي رهو". ڪنزالعمال ۾ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: حسد نيڪين کي ائين ختم ڪندو آهي جيئن باهه

ڪائين ڪي ساڙي ختم ڪندي آهي ۽ حضرت ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: مسلمان پاڻ سان ساڙ ڪندڙ کي الله تعاليٰ معاف نه ڪندو آهي.

# ٺڳي ۽ ڌوڪو

مسلمان پاڻ سان ڪنهن به معاملي ۾ ٺڳي، دغا ۽ ڌوڪو ڪرڻ سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. مشڪوات شريف ۾ حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته: جنهن به شخص ڪنهن مؤمن کي نقصان پهچايو، ان سان مڪر ۽ ڌوڪو ڪيو ته اهو ملعون آهي ۽ دوکي باز، بخيل ۽ احسان ڳڻائيندڙ جنت ۾ داخل نه ٿيندا.

# امانت ۾ خيانت

ڪنهن جي امانت ۾ خيانت ڪرڻ سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. جيئن روپين، پئسن، مال ۽ سامان ۾ خيانت حرام آهي تيئن ڳالهين ، راز، ڪم ڪار ۽ عهدن جي امانتن ۾ به خيانت حرام آهي. بخاري شريف ۾ حضرت عبدالله رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "جنهن به ماڻهو ۾ چار عادتون هونديون، اُهو خالص منافق آهي". امانت ڏني وڃي ته خيانت ڪري، ڳالهه ڪري ته ڪوڙ هڻي، واعدو ڪري ته خلاف ورزي ڪري ۽ جهيڙو ڪري ته گاريون ڏئي.

# ميت تي روڄ راڙو ۽ پار ڪڍڻ

ڪنهن به ماڻهو جي وفات بعد صبر ڪرڻ ۽ فقط اکين مان پاڻي وهائڻ کان سواءِ مرد ۽ عورتن جو روڄ راڙو ڪرڻ ۽ پار ڪڍڻ سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي ۽ روڄ راڙو ۽ پار ڪڍڻ سان ان ميت کي عذاب ٿيندو آهي. مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ماڻهن ۾ به اهڙيون شيون آهن، جيڪي ڪفر آهن. هڪ ڪنهن جي نسب ۾ طعنو هڻڻ ۽ ٻيو ميت تي پار ڪڍڻ. حضرت ابو مالڪ اشعري رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: ميت تي روئڻ پٽڻ ۽ پار

ڪڍڻ واري عورت جيڪڏهن توبه تائب نٿي ٿئي ته قيامت جي ڏينهن ان کي ڏامر جو چولو ۽ خارش وارو رئو پارايو ويندو. مسلم شريف ۾ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: ميت کي قبر ۾ عذاب، ان تي روج راڙو ۽ پار ڪڍڻ سبب به ڪيو ويندو آهي.

## نماز ڇڏي ڏيڻ

هر هڪ مسلمان مرد ۽ عورت تي پنج وقت نماز پڙهڻ فرض آهي ۽ نمازن جو انڪار ڪفر ۽ نمازن کي ڇڏي ڏيڻ ۽ نه پڙهڻ سخت ڪبيرو گناهه آهي ۽ جهنم ۾ وڃڻ جو ذريعو آهي. قرآن پاڪ جي سورت مدثر ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته "جنتي، جهنم وارن کان سوال ڪندا". اوهان کي ڪهڙي ڳالهه جهنم ۾ وڌو آهي؟ ته اُهي جواب ڏيندا ته اسان نه نمازون پڙهندا هئاسين نه مسڪينن کي کاڌو کارائيندا هئاسين، "سورت ماعون ۾ الله سائين فرمائي ٿو ته جيڪي نماز ۾ رڳو سُستي ڪن ٿا، انهن لاءِ به ويل (عذاب) آهي".

## جمعه نه پڙهڻ

جمعه جي نماز به مسلمان مردن تي فرض آهي. هفتي ۾ جمعه جو ڏينهن تمام بابرڪت ۽ عيد جو ڏينهن آهي ۽ جمعه جي نماز ترڪ ڪرڻ سخت گناهه آهي. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جنهن ماڻهو بنا عذر جي چار جمعا ڇڏي ڏنا، تحقيق ان اسلام کان مُنهن ڦيرائي ڇڏيو. ترمذي ۾ حضرت ابوجعد رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص سُستي ۾ لڳاتار ٽي جمعا پڙهڻ ڇڏي ڏنا، ته الله تعاليٰ ان جي دل تي مهر هڻي ڇڏيندو آهي.

## باجماعت نماز نه پڙهڻ

الله سائين قرآن پاڪ ۾ ايمان وارن کي جماعت سان نماز پڙهڻ جو حڪم فرمايو آهي. جماعت سان نماز پڙهڻ ۾ ستاويهه درجا وڌيڪ ثواب به آهي. مگر ڄاڻي واڻي ۽ سُستي سبب ۽ بنا شرعي عذر جي جماعت سان نماز نه پڙهڻ به سخت وڏو گناهه آهي. بخاري شريف ۾ حديث آهي ته حضور ﷺ

فرمايو: الله جو قسم، مون ارادو ڪيو ته ڪاٺيون گڏ ڪرايان ۽ پوءِ نماز لاءِ اذان چورايان ۽ هڪ شخص کي امامت جو حڪم ڪيان ۽ آئون وڃي جماعت سان نماز نه پڙهندڙن جا گھر ساڙيان.

## زڪوات نه ڏيڻ

مالدار ۽ صاحب نصاب ماڻهو تي زڪوات فرض آهي ۽ مال جي زڪوات نه ڏيڻ سخت ڪبيرو گناهه آهي. سورت "توبه" ۾ الله سائين فرمائي ٿو ته "جيڪي ماڻهو سون چاندي کي خزانو ڪري رکن ٿا ۽ الله جي راهه ۾ خرچ نٿا ڪن، انهن کي جهنم جي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ٻڌايو". بخاري شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: جنهن کي الله تعاليٰ مال عطا ڪيو ۽ اهو مال جي زڪواة نٿو ڏئي ته، ان جو مال قيامت جي ڏينهن گنجي نانگ جي صورت ۾ ايندو، جيڪو ٻن ڦٽن وارو هوندو ۽ ان کي ڏنگيندو رهندو. حضرت احنف بن قيس رضي الله عنه کان روايت آهي ته زڪوات نه ڏيڻ واري جي مال کي قيامت جي ڏينهن پٿر جي صورت ۾ آڻي، ان کي جهنم جي باهه ۾ گرم ڪري، ان سان زڪوات نه ڏيندڙ کي ساڙيو ويندو. زڪوات بابت تفصيلي احڪامن لاءِ رسالو "الزڪوات الواجب" پڙهو.

## روزا نه رکڻ

رمضان شريف جي مهيني جا روزا رکڻ به هر مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهن ۽ بنا عذر جي روزا نه رکڻ ڪبيرو گناهه آهي ۽ روزو رکي پوءِ ڇڏڻ سان ڪفارو ادا ڪرڻ لازمي آهي. مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت ڪعب بن عجره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جيڪو ماڻهو رمضان شريف جا روزا نٿو رکي ۽ الله جو رضا مندو ۽ مغفرت حاصل نٿو ڪري، اُهو الله جي رحمت کان پري آهي.

## حج نه ڪرڻ

جيڪو شخص ايترو مال، پئسو ۽ طاقت رکي ٿو، جو بيت الله شريف

تائين پهچي سگهي ته ان تي سڄي عمر ۾ هڪ ڀيرو حج ڪرڻ فرض آهي، پر طاقت هوندي حج نه ڪرڻ ڪبيرو گناهه آهي. ترمذي شريف ۾ حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ فرمايو: جيڪو شخص سواري ۽ خرچ پکي جي طاقت هوندي، بيت الله جو حج نٿو ڪري ته پوءِ شڪ ناهي ته اُهو يهودي ٿي مري. (معاذلله)

# پاڙي وارن کي ايذائڻ

هر هڪ مؤمن مسلمان لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي پاڙي وارن سان سهڻو سلوڪ ڪري ۽ پاڙي وارن کي ايذائڻ ۽ تڪليف ڏيڻ به ڪبيرو گناهه آهي. قرآن پاڪ ۾ پاڙي وارن سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ جو حڪم مبارڪ آهي. مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: " الله جو قسم، اُهو شخص مؤمن ناهي، جنهن جي شرارتن کان ان جا پاڙيسري بيزار آهن". بيهقي شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور ﷺ فرمايو: "اهو شخص مؤمن ناهي، جيڪو پاڻ پيٽ ڀري کائي ۽ ان جو پاڙيسري بکيو هجي".

# دين جي دشمنن سان دوستي ۽ تعلق رکڻ

دين اسلام جي دشمنن ۽ دين اسلام ۾ فساد پيدا ڪندڙن ڪافرن، مشرڪن، مرتدن ۽ بدمذهبن سان دوستي، تعلق، صحبت ۽ محبت ڪرڻ به سخت حرام ۽ جهنم ۾ داخل ٿيڻ جو ذريعو آهي. تنهن ڪري مؤمن مسلمان کي هر قسم جي بد مذهبن جي صحبت کان بچڻ گهرجي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته " اي ايمان وارؤ، منهنجي ۽ پنهنجن دشمنن سان دوستي نه رکو". ٻئي هنڌ رب ڪريم فرمايو آهي ته " ۽ ظالمن ڏانهن ٿورو لاڙو به نه رکو، نه ته اوهان کي جهنم جي باهه ڇهي ويندي".

مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول لله ﷺ فرمايو: آخري دؤر ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا، جيڪي ڪوڙا ۽ مڪار هوندا ۽ توهان وٽ اهڙيون ڳالهيون آڻيندا، جيڪي اڳ ۾ نه اوهان

ڪڏهن پڇيون هونديون ۽ نہ اوهان جي ابن ڏاڏن پڇيون هونديون. اوهان نہ انهن وٽ وڃجو ۽ نہ انهن کي پاڻ وٽ اچڻ ڏجو، جو تہ اُهي اوهان کي گمراهہ ڪري فتني ۾ وجهندا. ابن ماجہ شريف ۾ حضرت حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: الله تعاليٰ بدمذهب، بدعتي جي نہ نماز قبول ڪندو آهي نہ روزو نہ خيرات نہ جُمعو ۽ نہ عمرو، اُهو اسلام مان ائين نڪري ويندو آهي جيئن ڳوهيل اٽي مان وار. مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضور ﷺ فرمايو: بدمذهب بيمار ٿين تہ پڇڻ نہ وڃجو، جيڪڏهن مري وڃن تہ جنازه ۾ نہ وڃجو، جيڪڏهن اوهان کي مُنهن ۾ پئجي وڃن تہ سلام بہ نہ ڪجو ۽ انهن سان نہ ڪائجو پيئجو، نہ سڱابندي ڪجو ۽ نہ انهن سان گڏ نماز پڙهجو. مشڪوات شريف ۾ حضرت ابراهيم بن ميسره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: جنهن ماڻهو ڪنهن بدعتي بدمذهب جي رڳو عزت ۽ تعظيم ڪئي تہ، ڄڻ ان اسلام جي عمارت ڊاهڻ ۾ حصو ورتو. (معاذالله)

الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ شال رب ڪريم سڀني مؤمن مسلمانن کي هن رسالہ ۾ درج مڙني احڪامن تي عمل ڪرڻ جي توفيق فرمائي. (آمين)

## وما علينا الا البلاغ المبين



# برکات النکاح
# و
# آفات الزنا

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## الحمدلله رب العالـمين والعاقبة الـمتقين والصلواة والسلام علي سيد النبياءِ والـمرسلين سيدنا و مولانا محمد و علي آله واصحابه اجمعين.

آمابعد: هن ڳالھ ۾ ڪوبہ شڪ شبھو ناهي تہ هر هڪ تندرست ۽ صحيح البدن انسان جي جسم ۾ ٻين جسماني خواهشن، اُڃ، بک ۽ ننڊ وغيره کان سواءِ هڪ قدرتي شهوت ۽ خواهش موجود رهي ٿي، جنهن کي جماع يا نفساني خواهش چئبو آهي، جيڪا پڻ ٻين خواهشن وانگر فطري آهي ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ انهيءَ خواهش کي خراب ڪمن ۾ بچڙاين لاءِ انسان ۾ نہ خلقيو آهي بلڪ اها هڪ وڏي نعمت آهي. جيئن حڪمت واري رب ڪريم جا سيئي ڪم، حڪمت ۽ مصلحت کان خالي نہ آهن، اهڙيءَ طرح انسان ضعيف البدن جي جسم اندر ان عظيم طاقت جي بخشڻ ۾ بہ هڪ اهم مقصد سمايل آهي، جنهن جو مطلوب ۽ مقصود تمام پاڪ آهي، جنهن ڪري اها شهواني طاقت بہ هڪ تمام اعليٰ درجي جي نعمتِ خداوندي آهي.

## نعمت کي زحمت نہ بڻايو

الله تعاليٰ جي عطا ڪيل نعمتن کي جيڪڏهن انسان خراب ناجائز ۽ غلط طريقن ۽ ڪمن ۾ استعمال ڪري ٿو تہ ان ۾ ان جو پنهنجو قصور ۽ ڏوھ آهي نہ ڪي قدرت جو. مثال: باھ هڪ وڏي نعمت آهي، پر شرط آهي تہ ان جو استعمال صحيح ۽ پوري موقعي تي ڪيو وڃي، پر اها ساڳي نعمت، گھر، فصل وغيره ساڙڻ مهل زحمت ۽ مصيبت بڻجي ويندي آهي ۽ باھ جي غلط استعمال جو نتيجو جاني ۽ مالي نقصان آهي. اهڙيءَ طرح اهو مثال قوت شهوت جو بہ آهي، جيڪا هڪ وڏي نعمت هجڻ باوجود، خراب ۽ ناجائز ڪمن مثلاً زنا ۽ غير فطري ڪمن ۾ استعمال ڪرڻ سان هڪ سخت زحمت، مصيبت ۽ ڪبيره گناھ جو سبب بڻبي آهي.

# زنا جون آفتون

انساني شهوت لاءِ سڀ کان وڏي آفت ۽ مصيبت "زنا" آهي. جنهن سان ايتري قدر زميني ۽ آسماني مصيبتون لهنديون آهن جن ۾ ڦاسڻ کان پوءِ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي ايمان، حيا، عزت ۽ غيرت کي سلامت نٿو رکي سگهي ۽ زنا ڪندڙ پنهي جهانن ۾ اهڙو ذليل ۽ خوار ٿئي ٿو جو ان کي پنهنجي نجات جي ڪابہ واٽ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. (معاذالله)

اللهم احفظنا من كل بليات وآفات الدنيا والاخرة وانت خير الحافظين.

"زنا" جي معنيٰ آهي: حرام جماع ڪرڻ يا ڪنهن اهڙي عورت سان بدڪاري ڪرڻ، جنهن سان ان کي اهو فعل ڪرڻ جو ڪوبہ شرعي حق نہ هجي. شريعت مطهره ۾ مرد ۽ عورت جي ان ناجائز ميلاپ کي سخت حرام ۽ بي حيائي وارو فعل قرار ڏنو ويو آهي. هڪ خراب عادتن وارو ۽ حيواني مزاج ماڻهو بہ پنهنجي دل ۾ بہ ڪڏهن زنا کي حلال نہ سمجهندو، ڇو تہ زنا قطعي حرام ۽ هميشگي واري عذاب ۾ مبتلا ٿيڻ جو سبب ۽ ذريعو آهي. زنا جي ڪري، قومن مان حيا ۽ غيرت نڪري ويندي آهي. زنا جي ڪري، حرام ٻار پيدا ٿيندا آهن. زنا جي ڪري گهر مان برڪت نڪري ويندي آهي. زنا جي ڪري اولاد بي راهہ روي ۽ فحاشي جو شڪار ٿي ويندي آهي. زنا جي ڪثرت سبب آسمان مان مينهن وسڻ بند ٿي ويندو آهي، پوکون ۽ فصل سڪي ويندا آهن. گهر ۾ بي برڪتي فتنا ۽ فساد پيدا ٿيندا آهن. مرد ۽ عورت جي ميلاپ جي حلال صورت فقط شرعي نڪاح آهي ۽ نڪاح جي صورت ۾ جيڪا صحبت ۽ مقاربت ڪجي ٿي، اها ئي حلال ۽ باعث خير وبرڪت آهي جيڪا قدرت جي قانون، انساني فطرت جي تقاضا، قرآن جي فيصلي، رسول الله ﷺ جي سنت ۽ معاشرتي اخلاقي قاعدن ۽ قانونن جي مطابق ۽ موافق آهي.

# زنا جا قسم

عام طرح زنا جا ٽي قسم آهن: (1) رضامندي سان زنا ڪرڻ (2) زبردستي زنا (3) غير فطري زنا ۽ انهن ٽنهي قسمن جون مختلف سزائون آهن، پر صوفياءِ ڪرام جي اصطلاح ۾ زنا جا ٻيا بہ قسم آهن. مثال طور: خيال جي

زنا، اک جي زنا، زبان جي زنا، هٿن پيرن جي زنا وغيره تنهن ڪري ڪامل ايمان وارو اهو شخص ليکيو ويندو آهي جيڪو ان بي حيائي واري فعل جي هر قسم ڪان پاڻ کي بچائي.

# زنا بابت قرآن جو فيصلو

"زنا" هڪ اهڙو بدترين فعل آهي، جنهن کي الله تعاليٰ سيني آسماني ڪتابن ۽ صحيفن ۾ نديو آهي. قرآن پاڪ ۾ به "زنا" کان سخت منع ۽ سخت عذاب جي وعيد بيان ٿيل آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"ولاتقربوا الزنا انه کان فاحشة وساء سبيلا"

(سورت الاسراء آيت 32)

(۽ زنا جي بلڪل ويجها نه وڃو، بيشڪ اها (زنا) وڏي بي حيائي آهي ۽ تمام خراب رستو آهي).

اي عزيز، قرآن پاڪ جي مٿئين آيت ۾ تمام چٽائي ۽ وضاحت سان "زنا" کي تمام بڇڙو، فحش ۽ بي حيائي وارو ڪم چئي، مؤمن مسلمان کي ان کان پري رهڻ جو حڪم فرمايو ويو آهي ڇو ته "مؤمن" جي معنيٰ نه رڳو صاحب ايمان هجڻ آهي، پر علم ۽ عقل جو مالڪ هجڻ به مؤمن جي نشاني آهي ۽ "ايمان" ئي علم ۽ عقل وارن ماڻهن جي شائستگي ۽ تهذيب جو معيار آهي.

ٻئي هنڌ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

"ولايزنون ومن يفعل ذلک يلق اثاما يضاعف له العذاب يوم القيامة ويخلد فيه مهانا" (سورت الفرقان آيت 69-68)

(مؤمن مسلمانن جو اهو شان آهي جو اُهي ڪڏهن به زنا نه ڪندا آهن، پر جيڪو به ماڻهو اهو زنا وارو ڪم ڪندو، اُهو (دنيا ۾) گناهن ۾ غرق ٿيندو ۽ قيامت جي ڏينهن ان تي ٻيڻو عذاب ڪيو ويندو ۽ هميشه جهنم ۾ خوار ٿي رهندو.)

هن آيت شريف ۾ مؤمنن جي اها نشاني ٻڌائي وئي آهي ته هو ڪڏهن به زنا نه ڪندا آهن، پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو اهو بڇڙو ڪم ڪيو ته ان لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ تباهي آهي. قرآن پاڪ ۾ انهيءَ بدڪاري واري ڪم ۽ ان

سان تعلق رکندڙ سيني ڪمن کي "فحاشي" جو نالو ڏنو ويو آهي ۽ انهن ڪمن کان پري رهڻ جي به سختي سان هدايت ٿيل آهي.
جيئن رب ڪريم فرمائي ٿو ته:

"ولا تقربوا الفواحش ما ظهر منها وما بطن"

(سورت الانعام آيت 151)

(جيڪي به ظاهري ۽ باطني بي حيائيون آهن، تن جي ويجها نه وڃو).

انهي ۽ آيت سڳوري ۾ "فواحش" جو لفظ جمع جي صيغه سان آيو آهي. جنهن مان ثابت ٿو ٿئي ته نه رڳو "زنا" جي سختي سان منع آهي. بلڪه "زنا" سان تعلق رکندڙ مڙني فحش حرڪتن جي به منع آهي. مثال طور: نامحرم ۽ ڌارئي عورت کي چتائي ڏسڻ، هٿ يا اک جو اشارو ڪرڻ، بوسه بازي ڪرڻ وغيره. اهي سيئي ڪم پڻ فحاشي ۾ داخل آهن ۽ حرام آهن. ٻئي هنڌ ارشاد آهي ته: بيشڪ الله تعاليٰ حڪم فرمائي ٿو انصاف ڪرڻ ۽ نيڪي ڪرڻ جو ۽ ويجهن عزيزن سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ جو ۽ اوهان کي روڪي ٿو، بي حيائين ۽ برائي جي ڪمن کان، اوهان کي نصيحت ٿو ڪري، من اوهان نصيحت حاصل ڪيو ۽ الله تعاليٰ مؤمن ٻانهن کي صاف شفاف رستو ڏيکاري ڇڏيو آهي، مگر جيڪو ماڻهو الله جي رستي کي ڇڏي، نفس ۽ شيطان پويان ڊوڙندو آهي. اُهو يقيني طور دنيا ۽ آخرت جي عذاب ۽ پڪڙ ۾ گرفتار ٿيندو آهي.

الله سائين فرمائي ٿو ته: "اي ايمان وارؤ شيطاني طريقن جي تابعداري نه ڪيو ۽ جيڪو به شيطاني ڪمن جي ڪڍ لڳو، پوء شيطان ان کي فحاشين ۽ گندن ڪمن جو حڪم ڏيندو ۽ جيڪڏهن توهان تي الله جو فضل ۽ رحمت نه هجي ها ته اوهان مان ڪوبه هڪڙو بچي نه سگهي ها، پر الله پاڪ ڪندو آهي، جنهن کي چاهي ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي". (سورت نور آيت 21)
الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته:

"ولا تتبعو خطوات الشيطان انه لکم عدو مبين انما يا مرکم بالسوء والفحشاء وان تقولوا علي الله مالا تعلمون"

(سورت البقره آيت 169-168)

(۽ نه تابعداري ڪيو شيطاني وِکن جي، بيشڪ اُهو توهان جو چٽو دشمن آهي،

جيڪو توهان کي حڪم ٿو ڏئي بڇڙن ڪمن ۽ بي حيائين جو ۽ هي ته توهان الله تي اُها ڳالهه هڻو جيڪا اوهان نٿا ڄاڻو)

مٿئين آيت سڳوري ۾ شيطاني ڪمن جي تابعداري نه ڪرڻ جو حڪم ڏيندي الله سائين فرمايو آهي ته اهو شيطان اوهان جو پڌرو دشمن آهي جيڪو اوهان کي هر قسم جي برائي ۽ فحاشي وارن ڪمن جو حڪم ڏيندو آهي ۽ توهان کي الله مٿان بهتان مڙهڻ جو به چوندو آهي، چو ته گهڻا ماڻهو ڄاڻي ٻجهي خراب، صبيح، گندا ۽ بي حيائي وارا ڪم ڪري، پوءِ هر طرح جا بهانا بڻائي گناهن کان بچڻ ۽ توبهه تائب ٿيڻ جي بجاءِ انهن جو الزام تقدير تي وجهندا آهن، جيڪو شيطاني ڪم آهي.

الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"ان الذين يحبون ان تشيع الفاحشة في الذين آمنوا لهم عذاب اليم في الدنيا والا خرة والله يعلم وانتم لا تعلمون"

(سورت نور آيت 19)

(بيشڪ اُهي ماڻهو جيڪي پسند ڪن ٿا ته ايمان وارن ۾ فحاشي بي حيائي عام ٿئي ته انهن لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ دردناڪ عذاب آهي، الله ڄاڻي ٿو پر اوهان نٿا ڄاڻو).

اي عزيز، هن آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ انهن ماڻهن لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ سخت عذاب جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي مختلف طريقن سان مؤمن مسلمانن جي معاشري ۾ ڏينهن رات فحاشي ۽ بي حيائي ڦهلائڻ ۾ مصروف آهن. حالانڪه هجڻ ته ائين گهرجي جو هر قسم جي فحاشي ۽ بي حيائي واري ڪم کي ائين گهرجي جو هر قسم جي فحاشي ۽ بي حيائي واري ڪم کي ڏسي. ان جي خاتمي لاءِ سڀني مسلمانن کي گڏجي جهاد ڪرڻ گهرجي. ان جي جيڪڏهن ڪجهه ماڻهو بي حيائي ۽ فحاشي وارن ڪمن جي مخالفت ڪرڻ جي بجاءِ، اهڙن ڪمن جي حمايت ۽ طرفداري ڪندي، انهن فحاشين کي مسلمانن جي گهر گهر ۾ عام ڪرڻ واري شيطاني فعل ۾ حصو وٺن ٿا ته پوءِ بيشڪ قرآني فيصلي موجب انهن لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ دردناڪ عذاب آهي.

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ مؤمن عورتن لاءِ ارشاد فرمايو آهي ته:

"اي (غيب جون خبرن ٻڌائڻ وارا) نبي ﷺ جڏهن تو وٽ ايمان واريون عورتون هن ڳالهه تي بيعت ڪرڻ اچن ته، الله سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪنديون، نه چوري ڪنديون، نه زنا ڪنديون، نه پنهنجي اولاد کي قتل ڪنديون ۽ نه پنهنجن هٿن پيرن آڏو ڪو بهتان مڙهنديون ۽ نه وري نيڪي جي ڪمن ۾ تنهنجي نافرماني ڪنديون، پوءِ (اي پيارا رسول ﷺ) انهن سان بيعت ڪر ۽ انهن لاءِ بخشش گهر، بيشڪ الله تعاليٰ بخشيندڙ رحم فرمائيندڙ آهي".
(سورت ممتحنه آيت 12)

مٿئين آيت سڳوري ۾، حضور پاڪ ﷺ جن سان مؤمنه عورتن جي بيعت جو ذڪر ٿيل آهي. بخاري شريف ۾ حضرت اُم المؤمنين عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ڪنهن به عورت سان هٿ نه ملائيندا هئا. بلڪه ڪانئن زباني عهد ۽ واعدو وٺندا هئا. مٿئين آيت ڪريمه مان اُهو واضح ٿئي ٿو ته اسلامي ۽ شرعي احڪام جيئن مردن لاءِ ضروري آهي، تيئن مسلمان عورتن لاءِ به لازم آهن ۽ انهي بيعت ۾ نماز، روزه، حج ۽ زڪوات وغيره جو ذڪر نه آهي، چو ته اُهي دين جا رُڪن ۽ الاهي فرائض آهن، جن جي اهميت جي هر مسلمان کي خبر آهي. تنهن ڪري الله تعاليٰ حضور ﷺ جن کي عورتن سان خاص ڪري انهن شين ۾ بيعت وٺڻ جو حڪم فرمايو، جيڪي گهڻو ڪري عورتن کان واقع ٿينديون آهن ته جيئن مسلمان عورتون دين اسلام جي بنيادي رُڪنن تي عمل ڪرڻ سان گڏوگڏ هر قسم جي برائين کان به پاڻ کي بچائين.

# زنا بابت رسول الله ﷺ جا فرمان

❀ مشڪوات شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته الله جي رسول ﷺ فرمايو: "زنا ڪندڙ جيترو وقت زنا ۾ مشغول رهندو آهي، ان مان ايمان نڪري ويندو آهي".

❀ مسند امام احمد ۾ حضرت عمرو بن عاص رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو: "جنهن قوم ۾ زنا عام ٿي ويندي آهي ته اُها قوم ڏڪارن ۾ مبتلا ٿيندي آهي".

❀ مسلم ۽ نسائي ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو: "ٽي اهڙا شخص آهن جن سان الله تعاليٰ نه ڪلام فرمائيندو نه انهن کي پاڪ ڪندو ۽ نه انهن ڏانهن رحمت جي نظر ڪندو، بلڪه انهن لاءِ دردناڪ عذاب هوندو، هڪ پوڙهو زاني، ٻيو ڪوڙ ڳالهائيندڙ بادشاهه ۽ ٽيون تڪبر ڪندڙ فقير".

❀ حضرت بريده رضي الله عنها کان روايت آهي ته الله جي رسول ﷺ فرمايو "پوڙهي زاني مٿان ست ئي آسمان ۽ زمينون لعنت ڪندا آهن ۽ قيامت جي ڏينهن زانين جي شرم گاهن مان اهڙي بدبوءِ ايندي، جيڪا جهنم وارن کي به اذيت پهچائيندي".

❀ مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: "جنهن ڳوٺ يا علائقي ۾ زنا ۽ وياج جو ظهور ٿيو ته انهن پاڻ تي الله جي عذاب کي حلال ڪري ڇڏيو".

❀ هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته: قيامت جي ڏينهن زنا ڪندڙ مرد ۽ عورت کي هن حالت ۾ آندو ويندو جو زاني مرد جي پيشاني تي زانياڻي عورت جو عضوو لڳل هوندو، جنهن مان بدبودار پاڻي وهندڙ هوندو ۽ ان جي بدبوءِ کان محشر وارا پناهه گهرندا ۽ ان تي لعنت موڪليندا ۽ زانيه عورت جي پيشاني تي زاني مرد جو عضوو لڳل هوندو، جنهن مان بدبودار پاڻي وهندڙ هوندو، جنهن کان محشر وارا به پناهه گهرندا ۽ ان عورت تي لعنتون موڪليندا. (معاذالله)

# قرآن ۽ حديث موجب زنا جي سزا

اي عزيز، قرآن پاڪ جي آيتن ۽ رسول الله ﷺ جي فرمانن مان ثابت ٿي چڪو آهي ته زنا سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي، جنهن جي آخرت ۾ سزا جهنم جي ساڙيندڙ باهه آهي ۽ دنيا ۾ به زنا ڪندڙ کي سخت سزا ڏيڻ جو حڪم آهي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

"الزانية والزاني فاجلدوا كل واحد منهما مائة جلدة ولا تاخذكم بهما رافة في دين الله ان كنتم تومنون بالله واليوم آخر وليشهد عذابهما طائفة من المؤمنين" (سورت نور آيت 2)

(زنا واري عورت ۽ مرد ۾ انهي مان هر هڪ کي هڪ سؤ ديڙا هڻو، انهن (زانين) تي الله جي دين جي حد (سزا) جاري ڪندي، اوهان کي هرگز رحم نه اچڻ گهرجي، جيڪڏهن اوهان الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آڻيو ٿا ۽ زانين کي سزا ڏيڻ مهل مسلمانن جي هڪ جماعت کي موجود هجڻ گهرجي).

هن آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ زانين جي مطلق سزا جو حڪم فرمايو آهي، جنهن جون ٻه صورتون آهن:

❀ جيڪڏهن زنا ڪندڙ مرد ۽ عورت ٻئي ڪنوارا آهن ته انهن کي سؤ سؤ ديڙا هنيا ويندا.

❀ جيڪڏهن زنا ڪندڙ مرد ۽ عورت شادي شده آهن ته انهن کي سنگسار ڪيو ويندو.

مسلم شريف جي روايت ۾ آهي ته حضرت رسول الله ﷺ فرمايو: الله تعاليٰ جيڪو واعدو فرمايو هو، ان مطابق بدڪار مرد ۽ عورت جي مستقل سزا مقرر ڪئي وئي آهي جنهن کي اوهان سکي وٺو. اها هي آهي ته، ڪنواري مرد ۽ عورت جي لاءِ سؤ سؤ ديڙا ۽ شادي شده مرد ۽ عورت جي لاءِ رجم يعني سنگسار ڪرڻ جو حڪم آهي.

فائدو: اي عزيز، قرآن پاڪ جي مٿئين آيت ۾ الله تعاليٰ اهو به ارشاد فرمايو آهي ته زانين کي سزا ڏيڻ وقت مسلمانن جي هڪ جماعت موجود هجڻ گهرجي، ڇو ته سرعام رجم يا سنگسار ڪرڻ جو اصل مقصد ماڻهن کي عبرت ڏيارڻ آهي ته جيئن زاني کي ڏنل سخت سزا مان عام مسلمان درس هدايت پڻ حاصل ڪن ۽ زنا جهڙي قبيح فعل کان بچن.

# زنا کان بچڻ جا طريقا

زنا هڪ وڏي فحاشي ۽ بي حيائي آهي، جنهن کان بچاءَ جا به اهم ۽ آسان طريقا نماز ۽ ذڪر آهن. جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

”واقم الصلاة ان الصلاة تنهي عن الفحشاءِ والـمنكر ولذكر الله اكبر والله يعلم ما تصنعون“ (سورت عنڪبوت آيت 45)

(۽ نماز قائم ڪر. بيشڪ نماز بي حيائين ۽ بڇڙن ڪمن کان روڪيندي آهي ۽ الله جو ذڪر تمام بُلند آهي ۽ توهان جيڪو به ڪيو ٿا، الله ان کي ڄاڻي ٿو).

ثابت ٿيو ته جيڪو شخص هميشه الله جي ذڪر ۽ نماز ۾ مشغول رهندو، اُهو الله جي مدد سان نفساني خواهشن ۽ شهواني آفتن کان محفوظ رهي سگهندو. بخاري شريف ۽ مسلم شريف ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: "اي نوجوانؤ! اوهان مان جيڪو شخص نڪاح ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو ته، اُهو ضرور نڪاح ڪري ڇو ته نڪاح (ڌارئين عورتن ڏانهن) نگاهه کي روڪيندڙ ۽ شرمگاهه جي حفاظت ڪندڙ آهي، پر جيڪو نڪاح جي طاقت نٿو رکي ته اُهو روزا رکي، ڇو ته روزو شهوت کي ٽوڙيندڙ آهي". هن حديث شريف مان معلوم ٿيو ته، نفساني خواهش جي صحيح استعمال جو ذريعو فقط سنت نڪاح آهي، جنهن سان ماڻهو زنا ۽ ٻين فحش حرڪتن کان بچي سگهي ٿو، پر حضور عليه الصلوات والسلام جن اهو به واضح فرمائي ڇڏيو ته، نڪاح جي (ڪنهن مجبوري سبب) طاقت نه رکندڙ ماڻهو لاءِ ضروري آهي ته اهو نفلي روزا رکي، ڇو ته روزو ڍال آهي جيڪو نفساني سڌن ۽ خواهشن کي ختم ڪندو آهي ۽ روزه جي ڪري به ماڻهو زنا جهڙي حرام فعل کان بچي ويندو آهي.

# نڪاح جو حڪم

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

"فانكحوا ما طاب لكم من النساء مثني وثلاث ورباع فان خفتم الا تعدلوا فواحدة" (سورت نساء آيت 3)

(پوءِ توهان کي جيڪي عورتون پسند هجن، انهن سان نڪاح ڪيو، ٻه ٻه، ٽي ٽي ۽ چار چار سان، پر جيڪڏهن اوهان اهو خوف ڪيو ته انهن ۾ انصاف نه ڪري سگهندؤ ته پوءِ (فقط) هڪ عورت سان نڪاح ڪيو).

اي عزيز، مٿين آيت ۾ الله تعاليٰ مرد کي هڪ کان چئن تائين شادين ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي. پر ان لاءِ به عدل ۽ انصاف جو شرط آهي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻن ٽن ۽ چئن زالن سان هڪ جهڙو سلوڪ ۽ ورتاءُ نٿو

ڪري سگهي، سيني کي هڪ جهڙو لتو، ڪاڏو خوراڪ، رهائش ۽ خلوت نشيني جو حق نٿو ڏيئي سگهي ته ان کي فقط هڪ ئي عورت سان نڪاح ڪرڻ جي اجازت آهي.

# نڪاح جي معنيٰ ۽ مفهوم

"نڪاح" جي لفظي معنيٰ آهي ملائيندڙ. جو ته نڪاح سان زال ۽ مڙس جو دائمي ميلاپ ٿئي ٿو ۽ نڪاح سان ٻه خاندان پاڻ ۾ ڳنڍبا آهن. نڪاح ۽ ايمان ٻه اهڙيون عبادتون آهن جيڪي حضرت آدم عليه السلام کان شروع ٿيون ۽ قيامت تائين رهنديون. نڪاح بهترين سنت ۽ عبادت آهي، جنهن سان انساني نسل جي بقا آهي ۽ نڪاح ئي صالحن، ذاڪرن ۽ عابدن جي جنم جو ذريعو آهي. نڪاح جو ضد "زنا" آهي. نڪاح سان خاندانن کي خوشي، محبت ۽ جائز اولاد حاصل ٿيندو آهي، پر "زنا" سان خاندانن ۾ ڏک دشمني ۽ حرام ٻار پيدا ٿيندا آهن. تنهن ڪري زنا کي سخت حرام ۽ نڪاح کي رسول الله ﷺ جي سنت قرار ڏنو ويو آهي.

# نڪاح بابت رسول الله ﷺ جا فرمان

- سنن ابن ماجه ۾ حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: نڪاح منهنجي سنت آهي، جنهن منهنجي سنت تي عمل نه ڪيو يا مُنهن موڙيو اُهو منهنجي طريقي تي ناهي. نڪاح ڪيو، جو ته اوهان جي ڪري منهنجي اُمت ٻين اُمتن کان وڌندي.
- ترمذي شريف ۾ حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي ته ، الله جي رسول ﷺ فرمايو: چار شيون، مڙني رسولن جون سنتون آهن: طهر ڪرڻ، عطر لڳائڻ، ڏندڻ ڪرڻ ۽ نڪاح ڪرڻ.
- ابن ماجه ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: ٻن محبت ڪرڻ وارن لاءِ نڪاح جهڙي ٻي ڪابه شيءِ نه لکي وئي آهي. (يعني جن ٻن فردن يا خاندانن ۾ محبت پيدا ڪرڻ هجي ته انهن ۾ هڪ ٻئي سان سڱابندي ڪيو ته محبت پيدا ٿيندي).
- ترمذي شريف ۽ مشڪوات ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت

آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: جڏهن توهان کان اهڙو ماڻهو نڪاح ڪرائڻ جي گهر ڪري، جنهن جي دينداري ۽ اخلاقن کي اوهان پسند بہ ڪيو ٿا، پوءِ ضرور ان جو نڪاح ڪرايو، جيڪڏهن ائين نہ ڪندؤ تہ زمين ۾ فتنا ۽ فساد پيدا ٿيندا.

❀ بخاري شريف ۽ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: عورت کي چئن شين ۾ نڪاح لاءِ پسند ڪيو ويندو آهي، ان جي مال سبب، خاندان سبب، حُسن سبب ۽ دين سبب، پر مان حڪم ٿو فرمايان تہ، اوهان دين جي سبب عورت سان نڪاح ڪجو.

❀ مسند امام احمد ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضور ﷺ فرمايو: اوهان ديندار ۽ سهڻن اخلاقن واري عورت سان نڪاح ڪيو.

❀ ابن ماجہ ۾ حضرت ابو امامہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: مؤمن جي لاءِ الله جي خوف کان بعد بهتر نعمت نيڪ زال آهي، جيڪا مڙس جي فرماندار هجي ۽ مڙس جي غير موجودگي ۾ پنهنجي ذات ۽ مڙس جي مال جي خيرخواهي ۽ حفاظت ڪندڙ هجي.

❀ بيهقي شريف ۾ حضرت عبيد بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو: جيڪو شخص منهنجي فطرت سان محبت رکي ٿو، اُهو منهنجي سنت تي عمل ڪري ۽ نڪاح منهنجي سنتن مان آهي.

# دنيا جي ترڪ خاطر نڪاح نہ ڪرڻ

اي عزيز، ڪجهہ ماڻهو، الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ذڪرو فڪر ۾ مشغول رهڻ خاطر ۽ دنيا کي ترڪ ڪرڻ خاطر، نڪاح نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪندا آهن، حالانڪ اهو شريعت ۾ جائز ناهي، ڇو تہ رسول الله ﷺ جن جي عمل مبارڪ مان ثابت آهي تہ نڪاح اعليٰ عبادت آهي، جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ حضور ﷺ بہ نڪاح ترڪ ڪري، ترڪ دنيا جي زندگي گذارين ها. حضور

ﷺ جن جي مشهور صحابي حضرت عثمان بن مظعون رضي الله عنه حضور
جن کان دنيا کي ترڪ ڪرڻ ۽ سڄي عمر عبادت ڪرڻ لاءِ نڪاح نه ڪرڻ جي
اجازت گهري، مگر حضور ﷺ جن اجازت نه ڏني. جيئن بخاري ۽ مسلم
شريف ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت
رسول الله ﷺ جن حضرت عثمان بن مظعون رضي الله عنه کي بي نڪاح رهڻ
جي اجازت نه ڏني. جيڪڏهن حضور ﷺ جن ان کي شادي نه ڪرڻ جي اجازت
ڏين ها ته ضرور اسان به پاڻ کي خصي ڪري ڇڏيون ها. يعني نفساني خواهشون
ڇڏي. صرف الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿي وڃون ها، پر حضور ﷺ جن
اها اجازت نه ڏني. بلڪه نڪاح ڪرڻ جو حڪم ڏنائون ۽ نڪاح کي سنت قرار
ڏنائون. ان ڪري حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضي الله عنه جو فرمان آهي ته
نفلن پڙهڻ کان سنت نڪاح افضل آهي.

## نڪاح جون برڪتون ۽ فائدا

- نڪاح جي ذريعي انساني نسل ۽ خصوصي طور رسول الله ﷺ جن جي پاڪ اُمت ۾ اضافو ٿئي ٿو ۽ اُمت جي گهڻائي سبب حضور جن قيامت جي ڏينهن فخر فرمائيندا.
- نڪاح جي ذريعي اولاد جي نعمت نصيب ٿئي ٿي، جيڪا ماءُ پيءُ لاءِ پوڙهائپ ۾ سهارو بڻجي ٿي.
- اولاد جي سُٺي تربيت ۽ پرورش ڪندڙ مسلمان، الله تعاليٰ جي ربوبيت واري صفت جو مظهر بڻبو آهي.
- ماءُ پيءُ جي انتقال سبب، نيڪ صالح اولاد جون دعائون والدين لاءِ بخشش ۽ نجات جو سبب بڻبيون آهن.
- اولاد جي ڪري انسان جي دل ۾ رحم ۽ همدردي پيدا ٿيندي آهي.
- شادي کان پوءِ جيڪڏهن ٻارڙا ننڍي عمر ۾ گذاري وڃن ته به ماءُ ۽ پيءُ لاءِ بخشش جو سبب بڻبا آهن.
- نڪاح جي برڪت سان انساني شهوت جو زور ٽٽي ويندو آهي ۽ شيطاني ڪمن کان محفوظ رهندو آهي.

❀ قرآن پاڪ جي سورت اعراف ۾ ارشاد آهي ته انسان کي سندس گهر واري مان سڪون ۽ آرام حاصل ٿيندو آهي.

❀ نيڪ سيرت گهرواري پنهنجي مڙس جي ڏک سک ۾ شريڪ هوندي آهي ۽ مڙس جي پريشانين ۽ مسئلن ۾ مددگار هوندي آهي.

❀ اولاد جي شادي وهانءَ سبب نوان رشتا، مائٽيون، محبت ۽ ڀائيچارو وڌندو آهي.

❀ زنا سبب ڇاول ٻار نڌڻڪو، بي سهارو ۽ سڄي زندگي خاندانن لاءِ شرمساري جو سبب هوندو آهي، پر نڪاح جي ذريعي پيدا ٿيل اولاد سڄي خاندان لاءِ خوشي جو سبب هوندو آهي.

❀ نڪاح سان پيدا ٿيل اولاد جي سُٺي تعليم ۽ تربيت ٿيندي آهي، جنهن سبب عابد، زاهد، عالم، فاضل، قاري، حافظ، متقي ۽ پرهيزگار اولاد، والدين لاءِ شفاعت ۽ بخشش جو وسيلو بڻبا آهن.

# مختلف اقوال

❀ حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو: اکيون هيٺ رکو ۽ پاڻ کي تکي نهارڻ کان بچايو، ڇو ته اکين ذريعي ئي دل ۾ شهوت جو ٻج پيدا ٿيندو آهي.

❀ حضرت دائود عليه السلام پنهنجي فرزند حضرت سليمان عليه السلام کي نصيحت ڪندي فرمايو: اي پٽ! شينهن ۽ نانگ جي پٺيان ڀلي وڃجانءِ، پر ڪنهن ڏاري عورت جي پٺيان نه وڃجانءِ.

❀ هڪ صوفي جي ڳالهه آهي ته ان هڪ بداخلاق عورت سان نڪاح ڪيو ۽ هر وقت ان جي تڪليفن کي برداشت ڪندو رهندو هو. ڪنهن ماڻهو چيس ته اهڙي بداخلاق زال کي طلاق ڇو نٿو ڏيئي ڇڏين؟ تڏهن چيائين، مون کي اهو خوف آهي متان ڪو ٻيو هن جي ڪري مصيبت ۾ پوي.

❀ حضرت سعيد بن مسيب فرمائي ٿو ته نفس شيطان ڪنهن مان به نااميد نه ٿيو آهي، جيڪو عورتن ذريعي فتنن جا ڄار وڇائيندو رهي ٿو. حضرت سعيد جي عمر چوراسي سال ٿي چڪي هئي ۽ اکين کان معذور ٿي چڪو هو، مگر ان وقت به فرمائيندو هيو ته: مون کي عورتن جي فتني کان وڌيڪ ٻي ڪنهن شيءِ جو خوف ناهي.

# حضرت رابعہ عدويہ جو خط

حضرت محمد بن سليمان هاشمي بابت واقعو آهي تہ ان وٽ روزانو اسي هزار درهمن جو آن ايندو هيو. هڪ ڀيري ڪجهہ ماڻهن ۽ عالمن کان پڇيائين تہ آئون ڪنهن عورت سان نڪاح ڪرڻ چاهيان ٿو ٻڌايو تہ ڪنهن سان نڪاح ڪيان؟ سڀني چيو تہ بي بي رابعہ عدويہ سان نڪاح ڪرين تہ مناسب آهي. ان بعد بيبي رابعہ ڏي خط ۾ لکيائين تہ الله تعاليٰ مون کي گهڻو ڪجهہ ڏنو آهي، ايتري قدر جو مون وٽ روز اسي هزار درهمن جو آن اچي ٿو. جيڪڏهن اوهان مون سان نڪاح ڪريو تہ اهو سڀ مال اوهان لاءِ آهي. ان جي جواب ۾ بي بي صاحبہ خط ۾ هن طرح لکيو" دنيا ۾ زهد ڪرڻ سان دل کي آرام ۽ بدن کي فرحت آهي ۽ زهد کان منهن ڦيري ٻني طرف رغبت رکڻ رنج ۽ غم جو سبب آهي، تنهن ڪري اوهان کي گهرجي تہ هن خط پهچڻ شرط پنهنجي آخرت لاءِ ثمر ڏاهڻ ۾ مشغول ٿيو ۽ پنهنجي نفس جا وصي ٿيو تہ جيئن ٻين کي تنهنجي ميراث ورهائڻ ۾ وصي جي حاجت نہ رهي. سڄي عمر روزا رک ۽ موت وقت افطاري ڪر. منهنجو تہ هي حال آهي جو جيڪڏهن خداوند ڪريم مون کي ايترو مال عطا ڪري، جيترو اوهان کي ڏنو اٿس يا ان کان ٻيڻو يا ٽيڻو تہ بہ مون کي الله تعاليٰ جي ياد، ذڪر ۽ فڪر کان سواءِ ٻني ڪنهن بہ شيءِ مان خوشي ۽ سڪون حاصل نہ ٿيندو".

# هڪ اصحابي سگوري جي گهرواري

حضرت پير سائين سيد محمد راشد قدس سره ملفوظات شريف ۾ فرمائن ٿا تہ هڪ اصحابي سگوري جي نياڻي پرڻجڻ کان انڪار ڪيو. هن خيال کان تہ سندس ٿيندڙ مڙس گهر ۾ مهمان آڻيندو ۽ مون کان مهمانن جي خدمت نہ پهچندي، پر جيڪهن ڪو مهمان نہ آڻڻ جو واعدو ڪري تہ ان سان نڪاح ڪرڻ ۾ ڪوبہ حرج نہ آهي. آخر هڪ اصحابي سگوري گهر ۾ مهمان نہ آڻن جو واعدو ڪيو. پوءِ نياڻي جي شادي ان اصحابي سان ٿي، ان بعد سندس مڙس گهڻو ڪري گهر ۾ ئي رهندو هو تہ جيئن واعدي پاڙڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿئي. بس نماز جي تڪبير ٻڌي نماز لاءِ ويندو هو ۽ فرض پڙهي سنتون بہ اچي گهر پڙهندو هو. اتفاق سان هڪ ڀيري سندس ڪو پراڻو دوست ڪيس مليو، واعدو ياد هوندي بہ حق

مهماني سبب، ڪيس مهمان بڻائڻ جو فيصلو ڪيائين. هوڏانهن سندس گهرواري ٻاهران پنهنجي مڙس سان گڏ هڪ مهمان ايندو ڏٺو ۽ گهر وٽ اچڻ تي ڪيس ٻن جي بجاءِ ٽي ماڻهو نظر آيا ۽ دروازي ڪان اندر وري چار ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا. مهمان جي خدمت چاڪري ڪرڻ ڪان پوءِ اُهي جڏهن گهر ڪان ٻاهر نڪتا ته مائي کي پنج ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا، تڏهن هي عجب ۾ پئجي وئي. پوءِ اها حقيقت حضور سرور ڪائنات ﷺ جن کي عرض رکي وئي. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايائون ته مائي کي مهمان گڏجڻ وقت هي ٻه جڻا ۽ پوءِ ٽيون سندن روزي ۽ گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت چوٿون برڪت جي صورت نظر آئي هئي ۽ موٽڻ تي پنجون ماڻهو اُها "رحمت" هئي جيڪا مهمان جي برڪت سان گهر مان نڪري وئي. ان ڳالهه ٻڌڻ بعد اصحابي سڳوري جي گهرواري مهمانن بابت پابندي وارو شرط واپس ورتو.

# اولاد جي شادي ڪرائڻ

اي عزيز، ماءُ پيءُ مٿان لازم آهي ته جڏهن اولاد جوان ٿئي ته انهن جي شادي ڪرائي وجي، مگر شادي ۾ مرد ۽ عورت جو رضامند هجڻ ضروري آهي، جو ته اسلام ۾ زبردستي ناهي. حضرت ابوهريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: بيواهه عورت جو ايستائين نڪاح نه ڪيو وجي جيستائين ان ڪان اجازت نه ورتي وجي. اهڙيءَ طرح ڪنواري عورت جو به نڪاح نه ڪيو وجي، جيستائين ان ڪان پڇيو نه وجي. بيهقي شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جڏهن گهر ۾ ٻار پيدا ٿئي ته ان تي سهڻو نالو رکو، ان جي سهڻي تربيت ڪريو ۽ جڏهن بالغ ٿئي ته ان جي شادي ڪرايو. جيڪڏهن بالغ ٿيڻ بعد ان ڪان ڪو گناهه ٿئي ته ان جي گناهه ۾ ان جو پيءُ به شريڪ هوندو. حضرت انس رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جڏهن ٻار هڪ هفتي جو ٿي وجي ته ان جو عقيقو ڪيو، ان جو نالو رکو ۽ ان کي پاڪ ڪيو. جڏهن ڇهن سالن جو ٿئي ته ان کي اخلاق ۽ آداب سيکاريو. جڏهن نو سالن جو ٿئي ته ان کي الڳ سمهاريو. تيرهن سالن جو ٿئي ته نماز نه پڙهڻ تي ان کي سزا ڏيو ۽ سورهن سالن جو ٿئي ته ان جي شادي ڪرايو.

حڪايت: حضرت نوح بن يزيدالجامع پنهنجي نياڻي جي شادي جو ارادو ڪيو ۽ پنهنجي هڪ مجوسي پاڙيسري ڪان مشورو ورتائين ته آئون پنهنجي نياڻي جو ڪنهن سان نڪاح ڪرايان؟ مجوسي چوڻ لڳو: سبحان الله ماڻهو اوهان ڪان فتوائون وٺندا آهن ۽ اوهان مون جهڙي مجوسي ڪان مشورو ٿا وٺو. بزرگ فرمايو ته توکي هر حال ۾ مون کي مشورو ڏيڻو پوندو. پوءِ ان مجوسي تمام سهڻو جواب ڏيندي چيو: فارس جو بادشاهه ڪسريٰ چوندو آهي ته پنهنجي ڌيءَ جي شادي لاءِ ڪنهن دولتمند کي ڳوليو. روم جو بادشاهه قيصر شاديءَ لاءِ حسن جمال ۽ خوبصورتي کي فوقيت ۽ ترجيح ڏيندو هو. پر اوهان جي سردار حضرت محمد ﷺ نياڻي جي شادي لاءِ فقط دين کي ترجيح ڏني آهي ته پنهنجي پٽن جي شادي نيڪ ۽ ديندار عورتن سان ڪيو ۽ پنهنجي نياڻين جو نڪاح نيڪ ۽ ديندار مردن سان ڪيو. اي نوح، هاڻي وڌيڪ اوهان جي مرضي آهي.

## شاديءَ بابت ضروري هدايتون

❀ جواني جي شروعات يا ننڍي عمر ۾ شادي ڪرڻ صحت لاءِ نقصانڪار آهي ڇو ته ان عمر ۾ انساني عضوا وڌندا آهن ۽ عضون ۾ طاقت پختگي ۽ پڪائي پيدا ٿيندي آهي. جيڪڏهن ان عمر ۾ شادي ٿي ته اعصاب جي مضبوط ٿيڻ کان پهرين جسم جو جوهر ختم ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي ۽ چند سالن بعد نوجوان مايوسي جو شڪار ٿي ويندو آهي.

❀ بي جوڙ رشتا طئي ڪرڻ، گهوٽ ۽ ڪنوار جي عمر، اخلاق ۽ علم جو لحاظ نه رکڻ، ٻنهي خاندانن لاءِ مصيبت جو باعث بڻبو آهي ۽ گهر ۾ فتنا فساد ۽ اختلاف شروع ٿيندا آهن.

❀ رشتو طئي ڪرڻ وقت فقط مال، دولت، خوبصورتي يا اعليٰ خاندان ڏسڻ جهالت آهي، بلڪ ٻنهي پاسي ديني افعال، سهڻا اخلاق، ادب ۽ حيا، سهڻا خيال ۽ نيڪ سيرت ڏسڻ افضل آهي ۽ اهڙي جوڙ کي الله ۽ ان جي رسول ﷺ پسند فرمايو آهي.

❀ گهر ۽ خاندان ۾ فساد، نااتفاقي ۽ جهيڙن جو اصل سبب بي جوڙ رشتا طئي ڪرڻ هوندو آهي. زال ۽ مڙس ۾ هم آهنگي ۽ اتفاقي نه هجڻ سبب گهريلو

زندگي زهر ٻڻجي ويندي آهي. زال مڙس جي اختلاف ۽ جهيڙن سبب اولاد تي به انتهائي خراب اثر پوندو آهي ۽ نه رڳو اولاد ذهني دٻاءُ جو شڪار ٿيندو آهي بلڪ ماءُ ۽ پيءُ جي محبت، ادب ۽ حيا ان مان نڪري ويندو آهي.

❀ عاقل بالغ عورت جو، نابالغ ٻار سان نڪاح ڪرائڻ جائز ناهي.

## زال ۽ مڙس جا حقوق

اي عزيز، شرعي نڪاح کان پوءِ مرد ۽ عورت، پيار ۽ محبت جي هڪ مضبوط قلعي ۾ محفوظ ٿيندا آهن ۽ نئين گهر آباد ٿيڻ جو آغاز ٿيندو آهي. جنهن جي ڪاميابي جو دارومدار زال ۽ مڙس جي باهمي طور طريقن، اخلاقن ۽ هڪ ٻئي جي حقن جي ادائگي ۾ آهي.

❀ مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: عورت تي سڀني کان وڌيڪ حق مڙس جو آهي.

❀ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جيڪا عورت پنج وقت نماز پڙهي، رمضان شريف جا روزا رکي، پنهنجي شرمگاهه جي حفاظت ڪري ۽ پنهنجي مڙس جي فرمانبرداري ڪري، اها جنت جي جنهن دروازي مان چاهي داخل ٿئي.

❀ ابن ماجه ۾ حضرت اُم سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي ته حضور ﷺ فرمايو: جيڪا عورت وفات ڪري وڃي ۽ ان جو مڙس ان عورت کان راضي هجو ته، اُها عورت جنت ۾ داخل ٿيندي.

❀ گهرواريءَ لاءِ لازم آهي ته گهريلو ماحول ۾ ڳالهائڻ ۾، مڙس جو ادب ڪري، مڙس جي خدمت ڪري ۽ مڙس جي سڪون ۽ آرام جو انتظام ڪري.

❀ مڙس جو ڪم، گهر کي آباد رکڻ لاءِ حلال رزق ڪمائڻ آهي ۽ عورت تي لازم آهي ته مڙس جي ڪمايل مال کي جائز ڪمن ۾ ڪفايت سان خرچ ڪري ۽ بچيل مال ۾ خيانت نه ڪري ۽ گهر ٻارن جي حفاظت ڪري.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: جڏهن ڪا عورت پنهنجي گهر جي مال مان جائز خرچ ڪندي آهي ۽ فضول خرچي نه ڪندي آهي ته ان کي ان خرچ مطابق ثواب ملندو آهي ۽ مڙس کي ڪمائڻ جو ثواب ملندو آهي.

❀ ترمذي ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ فرمايو: مؤمنن ۾ ڪامل ايمان وارو اُهو آهي، جنهن جا اخلاق ڀلا آهن ۽ توهان مان وڌيڪ ڀلا اُهي آهن جيڪي پنهنجي گهروارين سان سهڻو سلوڪ ڪن ٿا.

❀ ابن ماجه ۾ حضرت حڪيم بن معاويه رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص حضور ﷺ کان سوال ڪيو ته زال جو مڙس تي ڪهڙو حق آهي؟ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو: جهڙو کاڌو پاڻ کائي اهڙو زال کي کارائي، جهڙو پاڻ لباس پائي زال کي پارائي ۽ ان کي چهري تي ڏک نه هڻي ۽ نه ان کي گاريون ڏئي ۽ نه ان کي اڪيلو ڇڏي.

❀ حضرت امام غزالي عليه الرحمة "احياءالعلوم" ۾ لکي ٿو ته: زال، گهر ۽ ٻارن جو فڪر ڪرڻ، انهن جي راحت ۽ آرام لاءِ سُٺو کاڌو کارائڻ ۽ سٺي ڪپڙو پارائڻ لاءِ خرچ ڪرڻ، جهاد برابر آهي ۽ حلال رزق لاءِ محنت ڪرڻ مڙس تي لازم آهي.

❀ ابن ماجه ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ فرمايو: جنهن ماڻهو جون ٻه زالون آهن ۽ هو فقط هڪ ڏانهن وڌيڪ مائل آهي ته قيامت جي ڏينهن ان شخص جو اڌ جسم لڙڪيل هوندو، تنهن ڪري جنهن شخص جون هڪ کان وڌيڪ زالون آهن، ان لاءِ ضروري آهي ته سيني جي وچ ۾ انصاف ڪري، سيني کي هڪ جهڙو خرچ لباس، رهائش ۽ کاڌو پيتو ڏئي ۽ جيڪڏهن فقط هڪ زال کي پيائيندو ۽ ٻئي سان برو سلوڪ ڪندو يا ان جا حق ادا نه ڪندو ته قيامت جي ڏينهن ان شخص کان سخت پڇاڻو ٿيندو ۽ ان جو اڌ جسم مفلوج هوندو.

**حڪايت:** اسان جا مرشد حضرت پير سائين تجر ڏني قدس سره پنهنجي ملفوظات ۾ فرمائن ٿا ته: ڪنهن شخص کي هڪ نياڻي هئي، جيڪا هن پرڻائي ڇڏي. اُهو نياڻو شادي بعد پنهنجي ڪنوار سان ڪنهن ٻئي ڳوٺ لڏي ويو. ڪجهه ڏينهن بعد ڇوڪريءَ جو والد سخت بيمار ٿي پيو ۽ آخري ملاقات لاءِ پنهنجي نياڻي کي وٺي اچڻ لاءِ ڪو ماڻهو موڪليائين. نياڻي چيو ته منهنجو مڙس گهر ۾ موجود ڪونهي. ان جي اجازت کان سواءِ گهر کان ٻاهر ڪونه نڪرندس. پيءُ تي چار ڀيرا ڇوڪريءَ کي گهرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليا، مگر

چوڪريءَ پنهنجي مڙس جي اجازت کان سواءِ حاضر ٿيڻ کان معذوري ظاهر ڪئي. پوءِ جڏهن سندس مڙس آيو ته اجازت وٺي پيءُ جي خدمت ۾ حاضر ٿي. مگر ان جو پيءُ وفات ڪري چڪو هو ۽ ماڻهو ڪفن دفن ۾ مشغول هئا. عام ماڻهن ان چوڪريءَ کي طعنا مهڻا ڏنا. مگر چوڪري جواب ڏنو ته: شريعت ۾ عورت کي مڙس جي اجازت کان سواءِ گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي اجازت نه آهي. مان شريعت جي واٽ جي خلاف قدم کڻي نٿي سگهيس. جڏهن رات ٿي ته انهيءَ فوتي شخص ماڻهن کي خواب ۾ ٻڌايو ته مان دوزخ جي لائق هيس. پر منهنجي نياڻي جي سنت جي متابعت، شريعت تي ثابت قدمي، مڙس جي اجازت کان سواءِ گهر مان نه نڪرڻ ۽ شريعت جي احترام ڪرڻ جي صدقي، الله تعاليٰ مون کي جهنم کان بچائي جنت جي لائق ڪيو آهي.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: عورتن سان سٺو سلوڪ ڪيو، ڇو ته عورت پاسري مان پيدا ڪئي وئي آهي ۽ پاسري جو مٿيون حصو ٽيڙو هوندو آهي، جيڪڏهن ان کي سڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندؤ ته ان کي ڀڃي وجهندو ۽ جيڪڏهن ان کي ڇڏي ڏيندؤ ته ان جو ڏنگ هميشه رهندو.

❀ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ڪنهن عورت کي سندس مڙس جي موجودگي ۾ سندس اجازت کان سواءِ نفلي روزي رکڻ جي به اجازت نه آهي ۽ اُها پنهنجي مڙس جي اجازت کان سواءِ ڪنهن کي گهر ۾ اچڻ جي اجازت به نه ڏئي.

❀ ترمذي شريف ۾ حضرت عمرو بن احوص رضي الله عنه کان روايت آهي ته الله جي رسول ﷺ فرمايو: خبردار! توهان جا پنهنجين عورتن تي حق آهن ته اُهي توهان جي بسترن تي ڏارين ماڻهن کي پير به رکڻ نه ڏين ۽ نه ئي توهان جي گهرن ۾ ڪنهن ڏاري مـــرد کي اچڻ ڏين ۽ توهان تي انهن جو هي حق آهي تـه توهان کاڌي پـيتي ۽ ڪـپڙي لٽي ۾ انهن سان سـٺو سلوڪ ڪريو.

# عورت لاءِ پردي جو حڪم

اي عزيز، عـورت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي مـعنيٰ آهي: "اوگهڙ" ۽ هڪ عاقل بالغ آزاد عورت جو (فقط چهري هٿن ۽ پيرن کان سواءِ)

باقي سڄو جسم اوگهڙ آهي. تنهن ڪري عورت کي بنا پردي، نامحرم ڏاڙين مردن آڏو هرگز نه وڃڻ گهرجي ۽ نه ڳالهائڻ گهرجي، بلڪ پرده ۾ رهڻ گهرجي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ جي سورت "احزاب" ۾ فرمايو آهي ته"اي نبي ﷺ! پنهنجي گهروارين، پنهنجي نياڻين ۽ مؤمنن جي عورتن کي فرماءِ ته اهي پاڻ کي وڏين چادرن ۾ ويڙهي ڇڏين". قرآن پاڪ جي ان آيت ۾ "جلابيب" جو لفظ آيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اهڙيون وڏيون چادرون جن سان پورو جسم ڍڪجي وڃي ۽ انهن جي جسم جو ڪوبه حصو ظاهر نظر نه اچي. پردي ۾ عورت جي عزت، عظمت، شرافت ۽ عصمت آهي. گهرن، گهٽين ۽ بازارن ۾ عورت جو سرعام بي پردگي سان گهمڻ بي حيائي ۽ فتن، گناهن ۽ معاشري جي خرابي ۽ تباهي جو ذريعو آهي. مٿين آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ پنهنجي پياري نبي ﷺ ۽ سندس پاڪ گهروارين ۽ نياڻين سان گڏ عام ايمان وارين عورتن کي به پردي ۾ رهڻ جو حڪم فرمايو آهي.

❀ ترمذي شريف جي حديث آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: "عورت" اوگهڙ آهي. يعني لڪائڻ ۽ ڍڪڻ جي شيءِ آهي. جڏهن ٻاهر نڪرندي آهي ته شيطان ان کي واجهائي ڏسندو آهي.

❀ جيڪي ويجها عزيز ۽ مائٽ آهن، جن سان عورت کي نڪاح ڪرڻ حرام آهي، انهن کان سواءِ باقي مائٽن کان پردو ڪرڻ لازم آهي. عام طرح عورتون پنهنجي مڙس جي ڀاءُ (يعني ڏير) کان پردو نه ڪنديون آهن، پر حديث شريف ۾ عورت کي ڏير کان به پردو ڪرڻ جو سختي سان حڪم ڪيل آهي.

❀ ابودائود شريف ۾ آهي ته حضرت اُم سلمه ۽ حضرت ميمونه رضي الله عنهما حضور ﷺ جي خدمت ۾ موجود هيون ته هڪ نابين اصحابي سڳورو حضور جن وٽ حاضر ٿيڻ لڳو. پاڻ ڪريمن ﷺ پنهي گهروارين کي فرمايو ته پردو ڪيو. حضرت اُم سلمه عرض ڪيو ته يارسول الله، هو ته نابين آهي. پاڻ فرمايائون ڇا اوهان به نابين آهيو؟ اوهان به ان کي نٿيون ڏسي سگهو؟ يعني جيئن هڪ مرد کي ڏاڙهين عورت ڏسڻ حرام آهي، تيئن عورت کي به ڏاڙيون مرد ڏسڻ حرام آهي. ڏاڙهين مرد سان ٺهڪ ڏيئي ڳالهائڻ، گڏ ويهڻ به سخت ناجائز آهي.

# عورتن جو لباس

اي عزيز، (اڄڪلھ جي پرفتن دؤر ۾) عورت کي اهڙا تمام سنهڙا ۽ نازڪ ڪپڙا پائڻ هرگز جائز ناهن، جن مان سندس جسم ظاهر نظر اچي ۽ اهڙا سوڙها ڪپڙا بہ هرگز نہ پائڻ گهرجن، جن مان سندس جسم جا عضوا ظاهر نظر اچن. بلڪ ڪشادا ۽ ٿلها ڪپڙا ۽ وڏيون چادرون پائڻ گهرجن، جن سان سندس جسم پورو ڍڪيل نظر اچي. حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: اهي عورتون بہ دوزخ جي باھ جو ڪاٺ ۽ ٻارڻ بڻبيون، جيڪي ڪپڙا پائڻ باوجود اگهاڙيون آهن. يعني انهن جا ڪپڙا ايڏا تہ سنهڙا ۽ سوڙها هوندا، جن مان انهن جو جسم ظاهر نظر ايندو. هڪ ٻئي حديث شريف ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: جيڪي مرد لباس ۽ وضع قطع ۾ عورتن سان مشابهت ڪن ٿا. انهن تي الله جي لعنت آهي ۽ جيڪي عورتون مردن سان مشابهت ڪن ٿيون، انهن تي الله جي لعنت آهي. عورت کي سون پائڻ جائز آهي، پر مرد کي سون حرام آهي. عورت کي ميندي جائز آهي، پر مرد کي هٿن پيرن تي ميندي حرام آهي. گهڻيون عورتون وڏا ننهن رکنديون آهن، اهو ناجائز آهي، ان ۾ بيماري ۽ بي برڪتي آهي.عورت کي گهر اندر هار سينگار ڪرڻ جائز آهي، پر گهر کان ٻاهر نڪرڻ وقت، ماڻهن کي خوبصورتي ڏيکارڻ ۽ ڌارين مردن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ لاءِ هار سينگار ڪري نڪرڻ سخت ناجائز ۽ بي حيائي آهي.

تنبيھ: اي عزيز، هر هڪ حيادار مؤمن مسلمان لاءِ ضروري آهي تہ هو نہ فقط پاڻ انهن شرعي احڪامن تي عمل ڪري بلڪ پنهنجي گهروارن ۽ نيائين کي اهي نصيحتون ڪري ۽ انهن تي عمل ڪرائڻ جي پوري ڪوشش ڪري. پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي جهنم جي دردناڪ عذاب ۽ باھ کان بچائي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ جي سورت "تحريم" ۾ فرمائي ٿو تہ "اي ايمان وارؤ، پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي جهنم جي باھ کان بچايو".

حديث: حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو: ديوث (اهڙو ماڻهو جنهن ۾ حيا ۽ غيرت نہ هجي ۽ اُهو پنهنجي اولاد ۽ گهر وارن کي بداخلاقين ۽ بدڪردارن کان منع نٿو ڪري ان) تي جنت جي خوشبوءِ بہ حرام آهي.

# جنتي ۽ جهنمي عورتون

ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ فرمايو: جنت ۾ اُهي عورتون وينديون، جن ۾ هي صفتون هونديون، پاڪ دامن، عباد ڪندڙ، مڙس جي فرمانبرداري ڪندڙ، حيادار، صبر ڪندڙ، ٻارن جي سهڻي تربيت ڪندڙ ۽ اُهي عورتون جهنم ۾ وينديون جن ۾ هي عادتون هونديون، پردو نہ ڪندڙ، هار سينگار ڪري گهر کان ٻاهر نڪرندڙ ۽ ڌارين مردن سان ڳالهائيندڙ ۽ ڪپڙن پائڻ باوجود اگهاڙيون عورتون جهنم ۾ داخل ڪيون وينديون. حضور نبي ڪريم ﷺ جن معراج واري رات اهڙين عورتن کي ڏٺو، جيڪي پنهنجي وارن ۾ ٻڌل ۽ جهنم جي باهہ مٿان ٽنگيل هيون. حضرت جبرائيل عليه السلام فرمايو: اي الله جا رسول ﷺ! هي اُهي عورتون آهن جيڪي دنيا ۾ پنهنجي مڙسن کي ڇڏي ڌارين مردن لاءِ هارسينگار ڪنديون هيون.

الله تعاليٰ هر هڪ مسلمان کي هن رسالي "برڪات النڪاح وآفات الزنا" جي احڪامن تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

## وما علينا الا البلاغ المبين



> اين رسالہ ست بے نظير در دفع آفات زنا کہ حکيم بے نظير طبيب بے بدل حکيم زبدت الحکماءِ غلام نبي صاحب ڈاکٹر لاهوري تصنيف کرده و در آن خوب دلائل و روايات کرده کہ مثلش ديگر ممثال نتواند گشت.
>
> جزاه الله عنہ المؤمنين خير الجزاءِ - والسلام
>
> الفقير عبدالغفور المتوطن همايون من تعلقات شڪارپور - ضلع سکر

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمدلله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلوة والسلام علي سيد الانبياءِ والمرسلين سيدنا ومولانا محمد و علي آله واصحابه اجمعين.

اَما بعد: سيني مسلمانن کي خبر آهي تہ دين اسلام جو بنياد جن پنجن شين تي آهي، اُهي ڪلمہ شهادت، نماز، روزا، حج ۽ زڪوات آهن. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ نماز جي ذڪر سان گڏوگڏ زڪوات ادا ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي. تنهن ڪري هر صاحبِ نصاب شخص مٿان سال ۾ هڪ ڀيرو سندس مال جي چاليهين پتي بطور زڪوات ڪڍڻ فرض آهي. زڪوات جي لفظي معنيٰ: "پاڪ ڪرڻ" آهي ڇو تہ زڪواة ڪڍڻ سان مال پاڪ ٿيندو آهي، مال ۾ برڪت پوندي آهي ۽ اسلام جو معاشي نظام درست ٿيندو آهي. تمام گهڻا عام ماڻهو، زڪوات جي مسئلن ۽ احڪامن کان بي خبر آهن، ان ڪري انهن جي رهنمائي لاءِ شمس الهندوالسند حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ قدس سره جن جي حڪم مبارڪ تحت هي رسالو "الزڪواة الواجب علي الموسرين" لکيو ويو آهي، جنهن کي پاڻ پنهنجي ذاتي خرچ تي ڇپرائي جماعت ۾ في سبيل الله تقسيم ڪيائون. ان کان علاوه هن رسالي ۾ چند ٻين مسئلن (عشر، صدقہ فطر، عقيقہ ۽ قرباني وغيره) متعلق بہ ڪجهہ ضروري مسئلن کي بيان ڪيو ويو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جي صدقي هر هڪ مسلمان کي ان اهم فريضي جي ادا ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

زڪوات بابت الله تعاليٰ جو ارشاد آهي :

" واقيمو الصلاة وآتوا الزكاة" (سورت بقره آيت 110)

(۽ نماز قائم ڪيو ۽ زڪوات ڏيو).

ٻئي هنڌ ارشاد آهي تہ:

"ان الذين آمنو وعملوا الصالحات واقامو الصلوٰة وآتوا الزكاة لهم اجرهم عند ربهم ولا خوف عليهم ولا هم يحزنون".

(سورت بقره آيت 277)

(بيشڪ اُهي جن ايمان آندو ۽ صالح عمل ڪيا ۽ نماز قائم ڪيائون ۽ زڪوات ڏنائون، انهن جي لاءِ سندن رب وٽ اجر آهي ۽ انهن تي نه خوف آهي ۽ نه ئي غمگين ٿيندا).

# زڪوات بابت رسول الله ﷺ جن جا فرمان

❀ بخاري شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: "جنهن شخص کي الله تعاليٰ مال ڏنو ۽ ان پنهنجي مال جي زڪوات ادا نه ڪئي ته قيامت جي ڏينهن اُهو مال گنجي نانگ جي صورت ۾ آندو ويندو جنهن جي مٿي تي ٻه نشان هوندا. جيڪو زڪوات نه ڏيندڙ جي ڪنڌ ۾ وڌو ويندو، پوءِ اُهو نانگ ان شخص جون واڇون چيري چوندو، آئون تنهنجو مال آهيان، آئون تنهنجو خزانو آهيان".

❀ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ فرمايو: "جيڪو شخص سون ۽ چاندي جو مالڪ آهي ۽ انهن جي زڪوات ادا نٿو ڪري ته قيامت جي ڏينهن انهيءَ مال کي جهنم جي باهه ۾ تپائي ان جي پيشاني ۽ پٺي تي ڏنڀ ڏنا ويندا ۽ اهو سلسلو پنجاهه هزار سالن تائين جاري رهندو".

❀ بخاري ۽ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "ناهي اهڙو ڪو به سون ۽ چاندي جو مالڪ جيڪو زڪوات ادا نٿو ڪري، مگر جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو ته ان سون ۽ چاندي کي جهنم جي باهه ۾ گرم ڪري ان جي پيشاني ۽ پٺي تي ڏنڀ ڏنا ويندا ۽ اهو عذاب پنجاهه هزار سالن تائين جاري رهندو، ايستائين جو ٻانهن ۾ فيصلو ڪيو وڃي. اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته: اُٺن جو ڇا حڪم آهي؟ پاڻ فرمايائون ته: "ناهي اهڙو ڪو به اُٺن جو مالڪ جيڪو انهن جو حق (زڪوات) ادا نٿو ڪري، مگر قيامت جي ڏينهن ان کي ڪليل ميدان ۾ اونڌو ڪري اُڇلايو ويندو ۽ اُهي اُٺ ان کي پنجاهه هزار سالن تائين لتاڙيندا رهندا". اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته ڏگين ۽ ٻڪرين بابت ڪهڙو حُڪم آهي؟ پاڻ فرمايائون ته : "ناهي ڪو به ڏگين ۽ ٻڪرين جو مالڪ، جيڪو انهن جو حق (زڪوات) ادا نٿو ڪري، مگر قيامت جي ڏينهن ان کي به ميدان ۾ اونڌو اُڇلايو ويندو ۽ اُهي ٻڪريون ۽ ڏگيون ان

ڪي بہ پنجاھہ هزار سالن تائين پنهنجي پيرن ۾ سگهن سان لتاڙينديون رهنديون، ايستائين جو ٻانهن ۾ حساب ۽ فيصلو ڪيو ويندو. پوءِ اُهي پنهنجو رستو جنت يا جهنم ڏانهن ڏسي وٺندا".

❀ابو دائود شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: "الله تعاليٰ اوهان تي زڪوات ان ڪري فرض ڪئي آهي تہ اوهان جي باقي مال کي پاڪ ڪري ۽ ميراث ان ڪري فرض ڪئي آهي تہ جيئن اُهو پاڪ مال اوهان کان پوءِ وارن کي سندن حقن مطابق ملي".

❀ ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: "جيڪو بہ شخص پنهنجي مال جي زڪوات ادا نٿو ڪري تہ قيامت جي ڏينهن سندس اُهو مال نانگ جي صورت ۾ آڻي ان جي ڪنڌ ۾ وڌو ويندو". پوءِ حضور جن سورت "آل عمران" جي هيءَ آيت شريف پڙهي: "جن کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان، جيڪو مال ڏنو آهي ان ۾ پنهنجي ڪنجوسي کي پنهنجي لاءِ بهتر خيال نہ ڪن، بلڪہ اهو انهن لاءِ بدترين آهي. عنقريب قيامت جي ڏينهن انهن جي ڪنجوسي واريون شيون، انهن جي ڪنڌن ۾ طوق ڪري وڌيون وينديون".

# قرآن پاڪ جو فيصلو

اي عزيز! جيڪي ماڻهو مال کي خزانو ڪري رکن ٿا ۽ الله جو حق ادا نٿا ڪن، انهن بابت ارشاد باري تعاليٰ آهي تہ:

"۽ جيڪي ماڻهو سون ۽ چاندي کي خزانو ڪري رکن ٿا ۽ ان کي الله جي واٽ ۾ خرچ نٿا ڪن، پوءِ انهن کي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ٻڌاءِ، جنهن ڏينهن ان خزاني کي دوزخ جي باهہ ۾ تپايو ويندو، پوءِ انهن جي پيشانين ۽ پاسن ۽ پٺين کي ڏنڀ ڏنا ويندا (۽ کين چيو ويندو) هائي پنهنجي خزانن جو مزو چکي وٺو، جيڪو توهان دنيا ۾ گڏ ڪيو هو". (سورت توبہ آيت 35-34)

تنبيهہ: اي عزيز! قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن جي فرمانن مان الله جي واٽ ۾ مال خرچ ڪرڻ ۽ صاحبِ نصاب ماڻهن تي زڪوات جي فريضي جي ادائيگي جا احڪام چڱيءَ طرح ثابت ٿي چڪا آهن. تنهن ڪري مؤمن مسلمانن لاءِ ضروري آهي تہ الله تعاليٰ جي انهيءَ فرض ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي نہ ڪئي وڃي.

# جن شين تي زڪوات واجب ٿئي ٿي

زڪوات مال جي ان مقرر حصي کي چئبو آهي جيڪو هڪ قمري (اسلامي) سال گذرڻ بعد شرعي احڪامن مطابق ڪنهن شرعي حقدار کي ڏنو وڃي. مال جا چار قسم آهن جن تي زڪوات واجب ٿيندي آهي:

(1) سون، چاندي (2) واپاري مال (3) چرندڙ پالتو جانور (4) پوک ۽ وڻ.

# زڪوات جو نصاب

نصاب مال جو اُهو مقدار آهي، جنهن تي شريعت مطابق زڪوات جو حڪم لاڳو ٿيندو آهي. جيڪو نصاب جو مالڪ آهي، ان تي زڪوات فرض آهي ۽ جنهن جو مال شرعي نصاب کان گهٽ آهي تہ ان تي زڪوات واجب ناهي. شرعي نصاب جو تفصيل هن طرح آهي:

| | |
|---|---|
| سون جو نصاب : | ساڍا ست تولا |
| چاندي جو نصاب: | ساڍا ٻاونجاهہ تولا |
| اُٺن جو نصاب: | پنج اُٺ |
| ڍڳين ۽ مينهن جو نصاب: | ٽيهہ ڍڳيون يا مينهون |
| ٻڪرين جو نصاب: | چاليهہ ٻڪريون |
| تجارتي مال جو نصاب: | جيڪو ساڍا ست تولا سون يا ساڍا ٻاونجاهہ تولا چاندي جي قيمت جي برابر هجي. |

# سون ۽ چانديءَ جي زڪوات

سون ۽ چاندي مٿي بيان ڪيل مقدار برابر يا ان کان وڌيڪ آهي تہ هاڻي زڪوات ڏيڻ واجب آهي. ان جو طريقو هي آهي تہ موجوده قيمت جي حساب سان سموري مال جي قيمت لڳائي ويندي، ان کان پوءِ ان جي چاليهين پتي زڪوات طور ڪڍي ويندي، اهڙيءَ طرح واپار واري مال لاءِ بہ اهو حڪم آهي:

يعني: هڪ سؤ روپين تي - اڍائي روپيہ زڪوات ٿيندي

| | |
|---|---|
| هڪ هزار روپين تي - | پنجويھ روپيہ زڪوات ٿيندي |
| پنجاهہ هزارن تي - | ساڍا ٻارنهن سؤ روپيہ زڪوات ٿيندي |
| هڪ لک روپين تي - | پنجويھ سؤ روپيہ زڪوات ٿيندي |

اهڙيءَ طرح اڳتي حساب لڳايو ويندو.

## ٻڪرين ۽ رڍن جي زڪوات

چاليھن کان گهٽ ٻڪرين يا رڍن تي زڪوات واجب ناهي، پر چاليھ يا چاليھن کان وڌيڪ آهن تہ هيٺين تفصيل موجب زڪوات ادا ڪئي ويندي:

| | | |
|---|---|---|
| 40 کان 120 | ٻڪرين تي - | هڪ ٻڪري |
| 121 کان 200 | ٻڪرين تائين - | ٻہ ٻڪريون |
| 200 کان 400 | ٻڪرين تائين - | ٽي ٻڪريون |
| 400 کان 499 | ٻڪرين تائين - | چار ٻڪريون |
| 500 کان 599 | ٻڪرين تائين - | پنج ٻڪريون |

اهڙيءَ طرح اڳتي هر سؤ تي هڪ ٻڪري يا هڪ رڍ وڌائي ويندي.

مسئلہ: جيڪڏهن رڍون ۽ ٻڪريون گڏيل آهن تہ ٻہ انهن کي هڪ جنس طور شمار ڪيو ويندو ۽ تعداد ۾ جيڪا جنس وڌيڪ هوندي تہ ان جنس مان زڪوات ڏني ويندي. مثال طور: ٽيھ رڍون ۽ ڏھ ٻڪريون آهن تہ هڪ رڍ زڪوات ۾ ڏني ويندي، پر جي ٽيھ ٻڪريون ۽ ڏھ رڍون آهن تہ پوءِ هڪ ٻڪري زڪوات ۾ ڏني ويندي.

## ڍڳين ۽ مينهن جي زڪوات

گهٽ ۾ گهٽ ٽيھ ڍڳين يا مينهن هجڻ تي زڪوات واجب ٿيندي آهي، جيڪي جهنگ ۾ چرندڙ هجن، انهن جو نصاب هن طرح آهي:

| | | |
|---|---|---|
| 30 | کان 39 تائين - | هڪ سال جو گابو يا گابي |
| 40 | کان 59 تائين - | ٻن سالن جو گابو يا گابي |
| 60 | کان 69 تائين - | هڪ هڪ سال جا ٻہ گابا |
| 70 | کان 79 تائين - | هڪ عدد، هڪ سال جو گابو ۽ هڪ عدد، ٻہ ساله گابو |

| | | |
|---|---|---|
| 80 | کان 89 تائين - | ٻہ عدد ٻن ٻن سالن جا گابا |
| 90 | کان 99 تائين - | هڪ سال جا ٽي عدد گابا |
| 100 | کان 109 تائين - | هڪ عدد، ٻہ سالہ گابو ۽ ٻہ عدد هڪ سالہ گابا |

## اُٺن جي زڪوات

پنجن ڪان گهٽ اُٺن هجڻ تي زڪوات ناهي، پنج يا پنجن ڪان وڌيڪ اُٺن تي هن ريت سان زڪوات واجب ٿيندي آهي:

| | | |
|---|---|---|
| 5 | کان 9 تائين - | هڪ ٻڪري |
| 10 | کان 14 تائين - | ٻہ ٻڪريون |
| 15 | کان 19 تائين - | ٽي ٻڪريون |
| 20 | کان 24 تائين - | چار ٻڪريون |
| 25 | کان 35 تائين - | هڪ سالہ اُنڙي هڪ عدد |
| 36 | کان 45 تائين - | ٻہ سالہ اُنڙي هڪ عدد |
| 46 | کان 60 تائين - | ٽہ سالہ اُنڙي هڪ عدد |
| 61 | کان 75 تائين - | چار سالن جي اُنڙي هڪ عدد |
| 76 | کان 90 تائين - | ٻن ٻن سالن جون ٻہ عدد اُنڙيون |
| 91 | کان 124 تائين - | ٽن ٽن سالن جون ٻہ عدد اُنڙيون |
| 125 | کان 129 تائين - | هڪ ٻڪري ۽ ٽن ٽن سالن جون ٻہ اُنڙيون |
| 130 | کان 134 تائين - | ٻہ ٻڪريون ۽ ٽن ٽن سالن جون ٻہ اُنڙيون |
| 135 | کان 139 تائين - | ٽي ٻڪريون ۽ ٽن ٽن سالن جون ٻہ اُنڙيون |
| 140 | کان 144 تائين - | چار ٻڪريون ۽ ٽن ٽن سالن جون ٻہ اُنڙيون |

## زڪوات جا مصرف يا حقدار

زڪوات جي رقم يا مال ڪنهن کي ڏجي؟ ان بابت الله تعاليٰ ارشاد فرمايو:

**انما الصدقات للفقراءِ والمساكين والعاملين عليها والمؤلفة قلوبهم وفي الرقاب والغارمين وفي سبيل الله وابن السبيل فريضة من الله والله عليم حكيم.** (سورت توبہ آيت 60)

(بيشڪ صدقات، فقيرن ۽ مسڪينن لاءِ آهن ۽ انهن لاءِ آهن جيڪي ان ڪم تي مقرر آهن ۽ اُهي جن جي دلين ۾ لاڙو آهي ۽ ٻانهن جي آزاد ڪرائڻ ۽ قرضدارن لاءِ ۽ الله جي راهه ۾ ۽ مسافرن لاءِ آهن. اهو الله جي طرفان فرض آهي ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي).

(1) **فقراءِ**: فقير مان مراد اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي مشقت لاءِ ٻين جو محتاج هجي. اهو لفظ سيني ضرورتمندن لاءِ آهي، چاهي اُهو جسماني نقص يا پوڙهائپ جي ڪري مستقل طور محتاج ٿي ويو هجي. مثال طور: يتيم ٻار، بيواهه عورتون، بيروزگار ماڻهو ۽ اوچتي حادثي جو شڪار ٿيل، جيڪي تنگي ۽ سُجائي باوجود ڪنهن ڪان سوال نٿا ڪن.

(2) **مساڪين**: حالتن هٿان تباهه ٿيل ماڻهو، جيڪي تندرست هئڻ باوجود روزگار نه ملڻ سبب مسڪيني ۽ سُجائي جو شڪار آهن.

(3) **عاملين**: عاملين مان مراد اهي ماڻهو آهن جن کي اسلامي حڪومت، ماڻهن کان زڪوات وصول ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو هجي ۽ جيتوڻيڪ اُهي شاهوڪار هجن ته به انهن جي پگهار وغيره زڪوات جي مال مان ادا ڪئي ويندي. پر اڄ جي دؤر ۾ شرعي عاملين نه آهن.

(4) **مؤلفة قلوب**: ان مان مراد نوان مسلمان آهن ۽ انهن کي زڪوات ان ڪري ڏني ويندي آهي، ته جيئن اهي اسلام ۾ اچڻ کان پوءِ خوشحالي ۽ دل جو اطمينان محسوس ڪن ۽ مايوسي سبب ڪين واپس ڪفر ڏانهن موٽڻ جو خيال نه اچي. تنهن ڪري اهڙن ماڻهن کي به زڪوات ڏيڻ جو ارشاد آهي، پر اڄ جي دؤر ۾ اهي مصارف ۾ شمار نٿا ڪيا وڃن.

(5) **رقاب**: هڪ مسلمان ٻانهي کي غلامي مان آزاد ڪرائڻ لاءِ زڪوات ڏيئي سگهجي ٿي، پر اڄ جي دؤر ۾ غلامن جو رواج نه آهي.

(6) **غارمين**: اُهي ماڻهو جيڪي سخت قرضن ۾ ورتل آهن، جنهن ڪري تنگ دستي جي زندگي گذارڻ تي مجبور آهن، انهن کي به زڪوات ڏيئي سگهجي ٿي.

(7) **في سبيل الله**: في سبيل الله جا الفاظ تمام وسيع معنيٰ رکن ٿا، نيڪ ڪم تمام گهڻا آهن. مثال طور: دين اسلام جي تعليم پرائيندڙ طلباءِ

ڪرام، دين اسلام جي سربلندي لاءِ جهاد ڪندڙ الله جي راهہ ۾ آهن، انهن کي زڪوات ڏيئي سگهجي ٿي.

(8) ابن سبيل: ان مان مراد مسافر آهي، جيڪڏهن اُهو سفر دوران امداد جو مستحق ٿيو تہ، ان کي زڪوات ڏيئي سگهجي ٿي، جيتوڻيڪ اُهو پنهنجي وطن ۾ صاحب نصاب هجي.

## زڪوات بابت ڪجھہ ضروري مسئلا

❀ مسجد، مدرسي جي تعمير، عيدگاهہ يا کوهہ جي تعمير ۾ زڪوات جو مال استعمال نٿو ڪري سگهجي.

❀ ميت جي ڪفن دفن ۾ بہ زڪوات جو پئسو خرچ ڪرڻ جائز ناهي.

❀ زڪوات جي پئسي مان ڪمبل، ڪپڙا ۽ ڪتاب وغيره خريد ڪري مسڪينن ۾ تقسيم ڪري سگهجن ٿا.

❀ هڪ ئي ماڻهو کي زڪوات جا پئسا ۽ مال ڏيئي سگهجن ٿا، پر جيڪڏهن زڪوات جو پئسو تمام گهڻو آهي ۽ ان سان اُهو اڪيلو شخص صاحب نصاب بڻجي وڃي، تہ پوءِ اهڙي حالت ۾ هڪ ئي شخص کي زڪوات ڏيڻ مڪروهہ آهي.

❀ زڪوات جو مال ۽ رقم، سيد ذات، ماءُ پيءُ، ڏاڏو ڏاڏي، نانو ناني، پٽ ڌيءُ، پوٽو پوٽي ۽ ڏوهٽو ڏوهٽي کي ڏيڻ جائز ناهي.

❀ ڀاءُ ڀيڻ، ڀائيجو ڀائيجي، ڀاڻيو ڀاڻي، مامون مامي، چاچو چاچي، سهرو سس وغيره کي زڪوات ڏيئي سگهجي ٿي.

❀ ويجهن عزيزن ۽ مسڪينن ماڻهن کي زڪوات ڏيڻ ۾ بہ ثواب ملندا آهن، هڪ زڪوات جو ثواب ۽ ٻيو ماڻهن ڳنڍڻ جو.

❀ جيڪو شخص پاڻ صدقہ فطر (فطراني) ڏيڻ جي طاقت رکي ٿو، ان کي زڪوات نٿي ڏيئي سگهجي.

❀ هر ان شخص کي بہ زڪوات نٿي ڏئي سگهجي، جيڪو زڪوات ڏيندڙ جو (وفات بعد) وارث بڻجي.

❀ جيڪڏهن ذوالفروض مان ڪو بہ وارث ناهي تہ چاچو عصبہ هجڻ ڪري وارث ٿيندو آهي. ان حالت ۾ چاچي کي بہ زڪوات نٿي ڏئي سگهجي.

❀ زڪوات جي ادائيگي لاءِ تمليڪ (يعني مالڪ بڻائڻ) شرط آهي.

# زراعت ۽ پوک جي زڪوات

زمين مان جيڪا به پيداوار ٿئي ٿي، ان تي به زڪوات واجب آهي، جنهن کي عُشر چيو ويندو آهي. يعني اُها زمين جيڪا برسات جي پاڻي، چشمن جي پاڻي يا حڪومت طرفان ڏنل مفت جي پاڻي تي آباد ٿئي ٿي ته ان فصل جي سموري پيداوار جو ڏهون حصو بطور عشر ڪڍيو ويندو، پر جيڪڏهن زمين جي آبادڪاري لاءِ قيمت ذريعي پاڻي خريد ڪيو وڃي ٿو ته ان جي پيداوار جو ويهون حصو زڪوات طور ڪڍيو ويندو. جيڪڏهن زمين هاريءَ تي ڏني وئي آهي ته ان صورت ۾ زميندار ۽ هاري ٻئي پنهنجي حصي مطابق عشر ادا ڪندا. جيڪڏهن زمين ڪنهن کي ڪرائي يا مقاطي تي ڏنل آهي ته، جيڪو به پيداوار ڪڻندو اُهوئي عشر ادا ڪندو. حڪومت کي جيڪو ڍل يا (ٽيڪس) ڏنو ويندو آهي اهو زڪوات ۾ شمار ناهي. الله تعاليٰ ڪلام پاڪ ۾ فرمايو آهي ته:

"وآتوا حقهُ يوم حصاده" (سورت انعام آيت 141)

(۽ پوک جي ٻنئي واري ڏينهن ان جو حق ادا ڪيو)

يعني: جڏهن پوک ڪٽي وڃو يا لاٻارو ڪري وڃو ته هاڻي ان جو حق ادا ڪيو. جيڪڏهن باراني زمين آهي ته ڏهون حصو ۽ کوهن تي آباد ٿيندڙ آهي ته ان جو ويهون حصو ادا ڪيو ويندو.

# ميت جي عذرخواهي ۽ ايصال ثواب

❀ ڪنهن ماڻهو جي فوت ٿيڻ بعد، ٽي ڏينهن ان جي گهر جي ماني کائڻ درست نه آهي، پر جيڪڏهن ميت جي ثواب لاءِ خيرات جي ماني مسڪينن ۽ بڪايلن کي کارائجي ته صحيح آهي، جيئن ڪتاب "ردالمحتار جي باب الجنائز" ۾ آهي ۽ مولانا عبدالغفور همايوني به ان طرح چيو آهي.

❀ ميت جي عزيزن قريبن ۽ مٽن مائٽن کي گهرجي ته، ٽي ڏينهن ميت جي گهروارن ۽ وارثن کي ماني کارائن. ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ميت جو سوگ ۽ غم ڪرڻ جائز ناهي ۽ نه ئي ميت تي روج راڙو ۽ پار ڪڍڻ جائز آهي.

❀ميت جي وفات بعد، ان جي زال، ماءُ، پيءُ، پٽ، ڌيئر وغيره ان جا وارث آهن ۽ ميت جي سموري ملڪيت شرعي حصن مطابق ٽن ڏينهن اندر سيني

وارثن ۾ تقسيم ڪرڻ گهرجي ۽ گڏيل ملڪيت جي تقسيم کان اڳ ۾ ٻين وارثن جي اجازت کان سواءِ ڪنهن کي بہ گڏيل ملڪيت مان اڪيلي سر خرچ ڪرڻ يا خيرات ڪرڻ جي اجازت ناهي. جيڪڏهن وارثن ۾ ڪو نابالغ يا صغير آهي تہ ان جو حصو الڳ ڪيو ويندو ۽ ان مان ڪابہ شيءِ خرچ نہ ڪئي ويندي.

❀ ميت کان پوءِ ٽن ڏينهن تائين تعزيت ڪرڻ جائز آهي ۽ ميت جي وارثن کي صبر جي تلقين ڪرڻ، تسلي ڏيڻ ۽ محبت ۽ همدردي جو اظهار ڪرڻ جائز آهي. ٽن ڏينهن کان پوءِ ڪنهن شرعي عذر کان سواءِ مڪروهہ آهي.

❀ ميت جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ، ٽيجهو، چاليهو، جمائو يا ٻارهو ڪرڻ ۽ خيرات جي ماني مسڪينن کي کارائڻ جائز آهي. گهڻا ماڻهو خيرات ۾ فقط ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ تمام وڏو خرچ ڪري شادين جهڙا طعام تيار ڪري، اميرن کي کاڌو کارائيندا آهن ۽ تمام وڏو اسراف ٿيندو آهي، اهو سخت مڪروهہ آهي، ڇو تہ خيرات جو مقصد فقط مسڪينن کي طعام کارائڻ هوندو آهي.

❀ فوت ٿيل عزيزن، قريبن، والدين وغيره کي ايصال ثواب جو بهترين طريقو صدقہ جاريہ ڪرڻ آهي. مثال طور: مرحوم جي ثواب جي نيت سان مسجد شريف تعمير ڪرائڻ، ديني ادارو قائم ڪرڻ، کوهہ کوٽرائڻ يا پاڻي جو انتظام ڪرڻ، هر قسم جي ديني ڪمن ۾ حصو ڏيڻ، قرآن پاڪ ۽ سنت مطهره جي تعليم عام ڪرائڻ ۾ خرچ ڪرڻ، اهي سڀئي صدقہ جاريہ ۾ شمار ٿين ٿا.

## عيدالفطر جو صدقو يا فطرانو

❀ عيدالفطر جو صدقو، يعني فطرانو هر صاحب نصاب مسلمان تي واجب آهي. هر شخص پنهنجي طرفان ۽ پنهنجي اولاد صغيره طرفان صدقہ فطر ادا ڪندو. حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضور ﷺ فرمايو: "روزو زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ لٽڪيل رهندو آهي، جيستائين فطرانو ادا نہ ڪيو وڃي". فطري ادا ڪرڻ سان روزو پاڪ ٿيندو آهي ۽ مسڪينن مسلمانن جي مدد ٿيندي آهي.

❀ بخاري شريف ۾ آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما فرمايو: رسول الله ﷺ جن فطراني کي غلام آزاد، مرد، عورت، ٻار، پوڙهي مسلمان تي لازم فرمايو تہ هڪ صاع جَوَ يا کجور عيد لاءِ نڪرڻ کان اڳ ادا ڪيو وڃي.

❀ فطراني ۾ اڌ صاع (سوا ٻہ سير) ڪڻڪ يا ڪڻڪ جو اٽو يا ان جي قيمت ڏجي، يا جَو، ڊاک، کارڪن جو سڄو صاع (يعني ساڍا چار سير) ڏجي يا انهن جي قيمت ڏجي.

❀ جيڪو ٻار عيد جي رات يا عيد جي صبح کان اڳ پيدا ٿيو تہ ان جو بہ فطرانو ادا ڪيو ويندو.

❀ جيڪڏهن اولاد جوان ۽ ڪمائيندڙ آهي تہ انهن جو فطرانو پيءُ مٿان واجب ناهي، بلڪ اُهي پنهنجو پاڻ ادا ڪندا.

❀ فطراني جي رقم غير مسلم، ڪافر کي ڏيڻ ناجائز آهي.

❀ رمضان شريف جي مهيني ۾ روزن دوران بہ فطرو ادا ڪري سگهجي ٿو.

# عقيقو ۽ ان جا مسئلا

گهر ۾ ٻار ڄمڻ جي نعمت خداوندي جي شڪراني طور، عقيقو ڪرڻ رسول الله ﷺ جي سُنت آهي. بخاري شريف ۾ حضرت سليمان بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: ٻار جي طرفان عقيقو ڪيو، جانور جو رت وهايو ۽ ان جو مٿو ڪوڙي تڪليف پري ڪيو. ابوداؤد ۽ نسائي ۾ حضرت ام ڪرز رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: ڇوڪري جي طرفان بہ ٻڪر ۽ ڇوڪريءَ (نياڻيءَ) جي طرفان هڪ ٻڪر جو عقيقو ڪيو (عقيقي جو جانور نر هجي يا مادي ڪو فرق ناهي).

❀ ٻار جي ڄمڻ بعد ان کي وهنجاري ساڄي ڪن ۾ اذان ۽ کابي ڪن ۾ تڪبير پڙهڻ گهرجي.

❀ ٻار کي ڪنهن نيڪ صالح عابد کان سُتي (تحنيڪ) ڏيارڻ مستحب آهي. اصحابي سڳورا پنهنجي ٻارڙن کي رسول الله ﷺ کان سُتي ڏياريندا هيا.

❀ ٻار جي ڄمڻ بعد ستين ڏينهن، ان جو سٺو نالو رکيو ويندو، ان جو عقيقو ڪيو ويندو ۽ مٿي جا وار ڪوڙي، ان جي وزن برابر چاندي خيرات ڪئي ويندي.

❀ عام طرح ماڻهو ٻار جي (چٽي) ڪندا آهن. اها هندن جي رسم آهي ۽ گهڻا جاهل ماڻهو ٻار جي جهنڊ باسيندا آهن ۽ ڪيئي مهينا ٻار جا وار نہ ڪوڙيندا آهن ۽ گهڻن مهينن بعد پيرن، فقيرن جي درگاهن تي جهنڊ لاهيندا آهن. اهو سخت ناجائز ۽ حرام آهي.

❀ جيڪڏهن ڪو غريب آهي تہ عقيقي ۾ هڪ ٻڪر يا هڪ ٻڪري بہ ذبح ڪري سگهي ٿو.

❀ عقيقي جو گوشت ٻار جا ماءُ پيءُ ، ڏاڏو ڏاڏي، نانو ناني، سيئي کائي سگهن ٿا.

❀ عقيقي جو گوشت ڪچو ورهائڻ بہ جائز آهي ۽ ان جي ماني تيار ڪري عزيزن قريبن، دوستن ۽ مسڪينن کي دعوت ڪري کارائڻ بہ جائز آهي.

❀ ڪجهہ عالمن جو چوڻ آهي تہ عقيقي واري جانور جا هڏا نہ ڀڃڻ گهرجن، پر ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ جانور جا هڏا ڀڳا وڃن تہ جيئن ان ٻار جا عضوا بہ دين اسلام جي ڪمن لاءِ ڀڳل رهن. (والله اعلم بالصواب)

# اضحيٰ يا قرباني جا مسئلا

"اضحيٰ" انهن حلال جانورن جو نالو آهي، جن کي عيدالاضحيٰ جي ڏينهن ثواب جي اُميد لاءِ ذبح ڪجي ٿو. قرباني ڪرڻ، صاحب نصاب، دنيا دار تي واجب آهي، جيئن صدقہ فطر وارو آهي. باقي زڪوات جي نصاب ۾ "نماءُ" شرط آهي. يعني: وڌندڙ مال هجي، پر هن ۾ وڌڻ شرط نہ آهي. قرباني ڪندڙ جو آزاد ۽ مقيم هجڻ بہ شرط آهي، ڇو تہ ٻانهي يا مسافر تي قرباني ڪرڻ واجب ناهي. حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: مسافر شخص تي جمعہ ۽ قرباني واجب ناهي.

❀ مسند امام احمد ۽ ابن ماجہ شريف جي حديث آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: جيڪو شخص مالي طاقت رکڻ باوجود قرباني نٿو ڪري، اُهو (عيد نماز پڙهڻ لاءِ) اسان جي عيدگاهہ جي ويجهو بہ نہ اچي.

❀ قرباني ۾ هڪ ٻڪري يا ٻڪر، دنبو يا گهٽو ذبح ڪجي يا ست ڄڻا ڳڏجي ڏڳي، ڏڳو، مينهن، پاڏو يا اُٺ ذبح ڪري سگهن ٿا.

❀ ٻڪر يا ٻڪري هڪ سال جا هجن، ڏڳي، مينهن، پاڏو يا سانُ گهٽ ۾ گهٽ ٻن سالن جا ۽ اُٺ پنجن سالن جو هجي.

❀ وڏي جانور ۾ ستن ئي ڄڻن جي نيت قرباني جي هجي، پر جيڪڏهن ڇهن ڄڻن قرباني جو ارادو ڪيو ۽ هڪ ڄڻي فقط گوشت کائڻ يا وڪڻڻ جو ارادو ڪيو ته، سڀني جي قرباني نه ٿيندي ۽ واجب جا تارڪ گنهگار ٿيندا.

❀ قرباني لاءِ ٻيو شرط آهي ته قرباني جو جانور عيبن کان محفوظ هجي، انڌي، منڊي، ڪاڻي، تمام ڪمزور، ڪن جو گهڻو حصو ڪپيل ۽ ڏند ڀڳل جانورن جي قرباني جائز ناهي.

❀ پيدائشي بنا سڱن واري جانور ۽ خصي جانور جي قرباني جائز آهي.

❀ قرباني جي گوشت جا ٽي حصا ڪري، هڪ حصو پنهنجي لاءِ، هڪ حصو مٽن مائٽن لاءِ ۽ هڪ حصو غريبن مسڪينن ۾ تقسيم ڪرڻ گهرجي.

❀ قرباني ڪندڙ لاءِ وڌيڪ مستحب هي آهي ته پنهنجي هٿ سان جانور ذبح ڪري.

❀ قرباني عيد نماز پڙهڻ بعد ڪرڻ گهرجي.

❀ قرباني جو گوشت غير مسلم ڪافر کي ڏيڻ جائز ناهي.

❀ وڏي جانور جي قرباني جي ستن ڀائيوارن ۾ ڪو به هڪڙو بدمذهب يا اهلسنت وجماعت کان خارج شخص شامل ٿيو ته، سڀني جي قرباني جائز نه ٿيندي.

❀ بخاري شريف ۽ مسلم شريف جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن عيد نماز کان فارغ ٿيڻ بعد، قرباني جي جانورن کي ڪٺل ڏٺو، جيڪي عيد کان اڳ ۾ ذبح ڪيا ويا هئا. پاڻ فرمايائون ته: جنهن عيد کان اڳ ۾ قرباني ڪئي، ان کي گهرجي ته ان جي جاءِ تي ٻيهر قرباني ڪري.

❀ قرباني جا ٽي ڏينهن آهن: عيد وارو ۽ ٻه ڏينهن پوءِ .

❀ قرباني جي کل يا چمڙو به صدقو ڪرڻ گهرجي، پر جيڪڏهن ان مان گهر جي استعمال لاءِ مشڪ، کلي يا ٻوڪو يا مصلو وغيره ٺهرائي ته به جائز آهي.

❀ مسند احمد ۽ ابن ماجه ۾ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي ته اصحابي سڳورن عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ هي قربانيون ڇا آهن؟ پاڻ فرمايائون: هي توهان جي ابي حضرت ابراهيم عليه السلام جي سنت آهي ۽ قرباني جي جانورن جي هر وار جي بدلي ۾ نيڪي آهي.

❀ حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي ته: جيڪو شخص پنهنجي گهر کان قرباني جو جانور خريد ڪرڻ لاءِ نڪتو، ته الله تعاليٰ ان کي هر وک جي

بدلي ۾ ڏهہ نيڪيون عطا ڪندو آهي ۽ ڏهہ گناهہ معاف ڪندو آهي ۽ ڏهہ درجا بلند ڪندو آهي ۽ جڏهن اهو جانور خريد ڪرڻ وقت واپاري سان ڳالهائيندو آهي تہ ڪيس هر حرف جي بدلي تسبيح جو درجو عطا ڪندو آهي ۽ جڏهن جانور جي قيمت ڳڻي مالڪ کي ڏيندو آهي تہ هر درهم جي بدلي ست سؤ نيڪيون ملنديون آهن. جڏهن جانور کي ذبح جي ارادي سان زمين تي ليٽائيندو آهي تہ زمين ان لاءِ استغفار ڪندي آهي. جڏهن جانور ذبح ڪندو آهي تہ ڏهہ ملائڪ ان لاءِ قيامت تائين مغفرت جي دعا گهرندا آهن ۽ جڏهن قرباني جو گوشت تقسيم ڪندو آهي تہ هر گهر جي بدلي ڪيس حضرت اسماعيل عليہ السلام جي اولاد مان ڪنهن ٻانهي کي آزاد ڪرائڻ جو ثواب عطا ڪندو آهي.

❀ حضور ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص قرباني ڪئي، اهو جڏهن پنهنجي قبر کان اٿندو تہ قرباني واري جانور کي پنهنجي مٿي جي طرف کان بيٺل ڏسندو، جيڪو گهوڙي جي صورت ۾ هوندو. سوني زين سان سينگاريل ۽ ان جا سڱ سون جا هوندا ۽ اکيون جنتي ياقوت جون، اهو شخص چوندو تہ تون ڪير آهين ۽ ڪهڙي شيءِ آهين؟ مون تو کان وڌيڪ سهڻو جانور ڪڏهن نہ ڏٺو آهي؟ اهو جانور چوندو تہ آئون تنهنجي قرباني آهيان جيڪا تو دنيا ۾ ڪئي، هاڻي منهنجي پٺيءَ تي سوار ٿي، پوءِ اهو جانور ان شخص کي زمين ۽ آسمان جو سير ڪرائي، عرش جي ڇانو ۾ اچي بيهندو.

❀ حضور انور ﷺ فرمايو: جنهن اسان واري (عيد) نماز پڙهي ۽ قرباني ڪئي، اهو اسان مان آهي ۽ جنهن اسان واري نماز نہ پڙهي ۽ نہ قرباني ڪئي، اهو اسان مان ناهي ۽ منهنجي امت مان ڀلا اهي (صاحب طاقت) آهن، جيڪي قرباني ڪن ٿا ۽ اهي خراب آهن جيڪي قرباني نٿا ڪن.

شال رب ڪريم هر هڪ مؤمن مسلمان کي هن رسالہ "الزڪوات الواجب علي الموسرين" جي احڪامن تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

## وما علينا الا البلاغ المبين



بسم الله الرحمن الرحيم

الحمدلله رب العالمين والعاقبة للمتقين والصلواة والسلام علي سيد المرسلين سيدنا ومولانا محمد وعلي آله واصحابه اجمعين.

اما بعد:

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي:

"ياايهالذين آمنوا كلوا من طيبات ما رزقناكم واشكرو لله ان كنتم اياه تعبدون"

(سورت بقره آيت 172)

(اي ايمان وارؤ! انهن پاڪ شين مان کائو، جيڪي اسان توهان کي رزق ڪري ڏنيون آهن ۽ الله جو شڪر ادا ڪيو، جيڪڏهن اوهان ان جي خاص عبادت ڪيو ٿا).

اي عزيز! اڄ جي دؤر ۾ وياج کائڻ جو مسئلو عام ٿي ويو آهي. حالانڪ قرآن پاڪ ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن جي فرمانن مان وياج جو حرام هجڻ چٽيءَ طرح ثابت آهي. مگر عام ماڻهو عربي ٻولي کي سمجهي نٿا سگهن. تنهن ڪري حضرت پير سائين سيد شاه مردان شاه صاحبُ العمامہ (پاڳارو) قدس سره العزيز جن جي خاص حڪم مبارڪ تحت وياج جي حرام هجڻ بابت قرآن پاڪ جي آيتن، حديثن ۽ فقهاءِ ڪرام جي فرمانن کي اختصار طور جمع ڪري، هن رسالہ جو نالو "تنبيه الابطله في حرمت مال ربويه" رکيو اٿئون تہ جيئن مريد يا غير مريد، سيني عام مسلمانن کي فائدو پهچي تہ جيئن أهي پڙهڻ وارا، هن ڪتاب تي عمل ڪري حضرت پير سائين دام برڪاتہ جن جي بلند اقبال ۽ هن ڪتاب جي جمع ڪندڙ ۽ ڪتاب جي تصحيح ڪندڙ لاءِ دعاگو رهن.

# ربوا جي لغوي ۽ اصطلاحي معنيٰ

ربوا جي لفظي معنيٰ اضافو يا زيادتي آهي، پر اصطلاح ۾ "ربوا" يعني وياج جو لفظ ٻن شين تي استعمال ٿيندو آهي. هڪ "ربا الفضل" ۽ ٻيو "ربا النسيئہ" ۽ وياج جا اهي ٻئي قسم حرام آهن. رباالفضل هي آهي تہ مقدار ۽ جنس ٻئي موجود هجن ۽ انهن ۾ ڪمي بيشي ڪئي وڃي، اهو حرام آهي. رباالنسيئہ هي آهي تہ هڪ طرف کان نقدي هجي، ٻئي طرف کان اوڌر هجي ۽ ڪمي بيشي ڪئي وڃي تہ اهو بہ حرام آهي.

# وياج بابت قرآن پاڪ جو فيصلو

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو:

"الذين يا كلوٰن الربا لا يقومون الا كما يقوم الذي يتخبطه الشيطان من المس ذالک بانهم قالوا انما البيع مثل الربا واحل الله البيع وحرم الربا فمن جاءِہ موعظة من ربه فانتهي فله ما سلف وامره الي الله ومن عاد فاولائک اصحاب النار هم فيها خالدون"

(سورت بقره آيت 275)

(اهي ماڻهو جيڪي وياج کائن ٿا (قيامت جي ڏينهن) قبرن مان ان شخص وانگر اٿندا، جنهن کي شيطان ڇهي (مخبوط الحواس) يعني: چريو ڪري ڇڏيو هجي، اهو ان ڪري جو چيو هيائون تہ واپار، وياج وانگر ئي آهي. حالانڪ الله واپار کي حلال ڪيو آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي، پوءِ جنهن وٽ ان جي رب وٽان نصيحت آئي، پوءِ اُهو (وياج کان) رڪجي ويو تہ جو ڪجھ وٺي چڪو آهي تہ اُهو ان جو ٿيو ۽ ان جو معاملو الله جي حوالي آهي ۽ جيڪو ٻيو ڀيرو (وياجُ وٺڻ ڏانهن) موٽيو تہ پوءِ اُهي جهنمي آهن ۽ ان ۾ هميشہ رهندا).

مٿئين آيت سڳوري مان ثابت ٿيو ته وياج وٺڻ حرام آهي ۽ واپار ۽ وياج کي هڪجهڙو چوڻ وارا قيامت جي ڏينهن الله جي غضب سبب قبرن مان پاڳلن ۽ چرين وانگر اُٿندا ۽ جنهن بي خبري ۾ وياج ورتو ۽ توبهه تائب ٿيو ته ان جو معاملو الله جي حوالي آهي ۽ توبهه تائب ٿيندڙن کي الله معاف ڪندو آهي، پر جيڪو وياج کي سخت حرام سمجهڻ باوجود، وياج وٺندو رهيو ته اُهو جهنم ۾ هميشه رهندو.

الله تعاليٰ ارشاد فرمايو:

"يمحق الله الربا ويربي الصدقات والله لايحب كل كفار اثيم"

(سورت بقره آيت 276)

(الله تعاليٰ وياج کي مٽائيندو آهي ۽ صدقات کي وڌائيندو آهي ۽ الله هر هڪ ناشڪر گناهگار سان محبت نه ڪندو آهي).

اي عزيز! هن آيت ۾ الله تعاليٰ وياج واري مال جي تباهي ۽ خير خيرات ۽ صدقات جي ڀلائي ۽ برڪتن جو ذڪر فرمايو آهي، ڇو ته صدقه يعني خير خيرات ۾ هڪ انسان ڪنهن ظاهري يا دنياوي معاوضي يا بدلي کان سواءِ ڪنهن ضرورتمند، محتاج يا مسڪين کي پنهنجي مال مان ڪجهه ڏيندو آهي ۽ پنهنجي مال کي (ظاهري طرح) گهٽائيندو آهي. جڏهن ته وياج ۾ هڪ ماڻهو ڪنهن ضرورتمند يا محتاج کي ڪجهه مال يا پئسا ڏيئي، مقرر مدت کان پوءِ اُهو ساڳيو مال ۽ ان کان ڪجهه مٿي وڌائي واپس وٺندو آهي ته (ظاهري طرح) پنهنجي مال کي وڌائيندو آهي. صدقه ڪرڻ وارو بنا معاوضي پنهنجو مال ڏيئي ڇڏيندو آهي ۽ وياج کائيندڙ بنا معاوضي ٻئي جو مال وٺندو آهي، پر الله تعاليٰ صدقه ڪندڙ، خير جي ڪمن ۾ اگرائي ڪندڙ ۽ محتاجن جي ڏکئي وقت ۾ مدد ڪندڙ جي مال ۾ برڪت وجهندو آهي ۽ پرايو مال ڦٻائيندڙ ۽ محتاجن جي مجبوري مان فائدو وٺندڙ وياجي جي مال مان برڪت ختم ڪري ڇڏيندو آهي.

# سخي ۽ وياجي ۾ فرق

سخي ۽ خير خيرات ڪندڙ جي نظر آخرت تي هوندي آهي، پر وياج خور جي نظر فقط دنيا تي هوندي آهي.

❀ صدقا ڪرڻ جو سبب همدردي ۽ خوف خدا هوندو آهي، پر وياج جو سبب ظلم ۽ الله کان بي خوف هجڻ هوندو آهي.

❀ خير ۽ سخا ڪرڻ وارو مصيبتن ۽ مشڪلاتن ۾ ڦاٿل ماڻهن کي سهارو ڏيندو آهي، پر وياج خور مصيبت ۾ ڦاٿل ضرورتمندن جي رڳن جو رت چوسيندو آهي.

❀ صدقات ۽ سخاوت جي ڪري جهنم جا در بند ٿيندا آهن ۽ جنت جا در کلندا آهن، پر وياج ۽ ظلم جي ڪري جهنم جا در کلندا آهن ۽ جنت جا در بند ٿي ويندا آهن.

❀ سخا ۽ خير وارو الله ۽ ان جي رسول ﷺ جو قرب حاصل ڪندو آهي پر وياج وارو الله ۽ ان جي رسول ﷺ سان جنگ ڪندو آهي. (معاذالله)

جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمايو: " اي ايمان وارؤ الله کان ڊڄو ۽ جيڪڏهن ايمان وارا آهيو ته (هن حڪم کان پوءِ) باقي رهيل وياج ڇڏي ڏيو. پوءِ جيڪڏهن وياج کان نه ٿا مڙو ته پوءِ الله ۽ ان جي رسول ﷺ طرفان جنگ جو اعلان ٻڌي ڇڏيو، پوءِ جيڪڏهن توبهه تائب ٿيڻ چاهيو ٿا ته اوهان جو حق صرف اوهان جا اصلي مال آهن (وياج اوهان جو حق ناهي) تنهن ڪري نه اوهان ظلم ڪيو ۽ نه اوهان تي ظلم ڪيو ويندو".

(سورت بقره آيت 279-278)

اي عزيز! هن آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ ايمان وارن کي اها تنبيهه فرمائي آهي ته جيڪڏهن مؤمن آهيو ته وياج ڇڏي ڏيو، پر جيڪڏهن وياج وٺڻ کان نٿا بچو ته پوءِ الله ۽ ان جي رسول ﷺ سان جنگ ڪيو ۽ يقيناً الله ۽ ان جي محبوب سان ٽڪر کائڻ جو نتيجو دنيا ۽ آخرت جي تباهي ۽

سخت عذاب آهي.

هن ئي هنڌ الله تعاليٰ فرمايو:

"يا ايها الذين آمنو لا تاكلو الربا اضعافا مضاعفة واتقوا الله لعلكم تفلحون واتقوا النار اللتي اعدت للكافرين"

(سورت آل عمران آيت 131-130)

(اي ايمان وارؤ، ٻيڻو چئوڻو ڪري وياج نه کائو ۽ الله کان ڊڄو من اوهان ڪامياب ٿيو ۽ ڊڄو ان جهنم جي باهه کان، جيڪا ڪافرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي).

هن آيت شريف مان ثابت آهي ته مطلق وياج وٺڻ حرام آهي، ٿورو يا گهڻو، ٻيڻو يا چئوڻو، هر حال ۾ وياج حرام آهي، ڇو ته جهالت واري دؤر ۾ به اهو رواج هيو ته ڪنهن ماڻهو کي وياج تي ڪجهه رقم ڏني ويندي هئي ۽ ان لاءِ مقرر وقت رکيو ويندو هو، پر مقرر وقت تي اُهو شخص جيڪڏهن رقم جي واپسي نه ڪري سگهندو هو ته ان ۾ اجان به وياج جو واڌارو ڪيو ويندو هو ۽ اهو وياج آهستي آهستي اصلي رقم کان ڪيئي دفعا وڌي ويندو هو ۽ اُهو شخص ايڏي رقم موٽائڻ کان بي وس ٿي ويندو هو، جيئن اڄ جي دؤر ۾ به اُهو ساڳيو حال آهي ۽ ائين ڪرڻ سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي.

الله تعاليٰ فرمايو:" ۽ توهان جيڪو مال وياج حاصل ڪرڻ لاءِ ڏيو ٿا، ته جيئن اُهو مال ماڻهن جي مال ۾ شامل ٿي وڌندو رهي ته (ٻُڌي ڇڏيو) اُهو مال الله وٽ هرگز نٿو وڌي، پر الله جي رضا لاءِ توهان مان جيڪي زڪوات طور مال ڏين ٿا، اُهي ئي ماڻهو پنهنجي مال کي وڌائيندڙ آهن". (سورت روم آيت 39)

اي عزيز، ثابت ٿيو ته وياج ذريعي ظاهري طرح ته مال وڌي ٿو، پر حرام مال ۾ ڪڏهن به برڪت نه پوندي آهي. حرام کائيندڙ وٽ بظاهر هڪ پاسي ته ڪثرت سان مال هٿ اچي ٿو، پر ٻئي پاسي الله تعاليٰ جو ان مال تي ڏمر نازل ٿيندو رهندو آهي، جنهن ڪري هو دنيا ۾ به پريشان، سودائي ۽ مصيبتن ۽ بي سڪوني واري زندگي گذاريندو آهي ۽ ٻئي طرف آخرت ۾ الڳ دردناڪ عذاب آهي.

# وياج بابت رسول الله ﷺ جا فرمان

❀ مسلم شريف ۾ حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته الله جي رسول ﷺ وياج کائيندڙ، وياج کارائيندڙ، وياج جي شاهدن ۽ وياج جي لکندڙ تي لعنت ڪئي آهي ۽ فرمايائون ته: اهي سيئي وياج جي گناهه ۾ ڀائيوار آهن.

❀ مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: الله تعاليٰ تي حق آهي ته چئن ماڻهن کي جنت ۾ داخل نه ڪري: شراب جو عادي، وياج خور، يتيمن جو مال ڦٻائيندڙ ۽ ماءُ پيءُ جو نافرمان.

❀ مسند ابو يعليٰ ۾ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو: جنهن قوم ۾ زنا ۽ وياج عام ٿيندا آهن ته، ان قوم تي الله جو عذاب حلال ٿي ويندو آهي.

❀ ابن ماجه ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: معراج واري رات آئون هڪ اهڙي قوم وٽان گذريس جن جا پيٽ ڪوٺين وانگر هئا ۽ انهن ۾ نانگ نظر اچي رهيا هيا. مون جبرئيل عليه السلام کان پڇيو ته اهي ڪير آهن؟ چيائين ته اهي وياج خور آهن.

❀ ابن ماجه ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: وياج جا ستر وڏا گناهه آهن، جن مان ننڍو گناهه هي آهي ته ڪو شخص پنهنجي ماءُ سان زنا ڪري. (معاذالله)

❀ مشڪوات شريف ۾ حضرت عبدالله بن حنظله رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ڄاڻي واڻي وياج جي هڪ درهم کائڻ ۾ ٻه ڇٽيهه ڀيرا زنا ڪرڻ کان وڌيڪ گناهه آهي.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت سمره بن جندب رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون کي حضرت جبرئيل ۽ حضرت ميڪائيل وٺي ويا، مون ڏٺو ته هڪ رَتَ جو درياءُ آهي، جنهن جي وچ ۾ هڪ ماڻهو بيٺو هيو ۽ درياءَ جي ڪناري تي

هڪ ٻيو ماڻهو ويٺو هيو، جنهن جي هٿ ۾ پٿر هيا. اهو درياء وارو شخص جڏهن ڪناري کي ويجهو آيو ته ان ٻاهرئين شخص ان کي پٿر هڻڻ شروع ڪياءِ اهو واپس وچ درياء ۾ پهچي ويو. وري اهو ٻيهر درياء جي ڪناري کي ويجهو ٿيو ته ان ٻيهر پٿر هڻي ان کي واپس ڪري ٿي ڇڏيو. اهو سلسلو ان سان قيامت تائين هلندو رهندو. مون کي ٻنهي ملائڪن ٻڌايو ته: اهو رَت جي درياء ۾ ٻڏل شخص وياج خور آهي.

❀ نسائي ۽ ابو دائود ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ماڻهن تي ضرور هڪ اهڙو زمانو به ايندو جو ڪو به وياج کان بچي نه سگهندو، جيڪڏهن اهو پاڻ وياج نه کائيندو ته به ان کي وياج جو اثر ضرور پهچندو. (يعني: يا ته وياج جو شاهد ٿيندو يا لکت ڪندو يا وياج جي ڪنهن مسئلي ۾ شريڪ ٿيندو).

❀ مشڪوات شريف ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: ستن تباهه ڪندڙ شين کان بچو: شرڪ ڪرڻ، جادو ڪرڻ، ناحق خون ڪرڻ، جهاد تان ڀڄي اچڻ، يتيم جو مال کائڻ، پاڪ دامن عورتن تي زنا جي تهمت هڻڻ ۽ وياج کائڻ.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت سمره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت رسول الله ﷺ جن جي عادت مبارڪ هوندي هئي جو فجر نماز پڙهائڻ بعد، اسان ڏي مُنهن مبارڪ ڪري مصلي تي ويهندا هئا ۽ پڇندا هئا ته اڄ رات ڪنهن ماڻهو خواب ڏٺو هجي ته اهو بيان ڪري؟ پوءِ جنهن به اصحابي سڳوري کو خواب ڏٺو هوندو هو ته اهو بيان ڪندو هو ۽ پاڻ رسول الله ﷺ ان خواب جي تعبير بيان ڪندا هئا. هڪ ڏينهن نماز کان پوءِ حضور ﷺ جن اسان کان خواب بابت پڇا ڪئي پر اسان عرض ڪيوسون ته يارسول الله ﷺ اڄ اسان مان ڪنهن به خواب نه ڏٺو آهي، پوءِ رسول الله ﷺ فرمايو اڄ رات مون هڪ عجيب خواب ڏٺو آهي، پوءِ هن طرح بيان فرمايائون رات به شخص مون کي هڪ اهڙي زمين ڏانهن وٺي ويا، جتي مون هڪ شخص کي ويٺل ڏٺو ۽ ٻئي شخص کي بيٺل، جنهن جي هٿ ۾

هڪ لوهہ جو انبور هيو ۽ ان لوهي انبور سان ان ويٺل شخص جي هڪ واڇ کي ڪياڙي تائين چيرپائين، پوءِ ٻئي واڇ کي ان طرح چيرپائين، ان بعد واڇون وري صحيح ٿي ويون ۽ ان بيٺل شخص ٻيهر ان جون واڇون چيرڻ شروع ڪيون ۽ اهو سلسلو ائين هلندو پئي رهيو، مون انهن ٻنهي شخصن کان پڇيو تہ اُهو ڪير آهي. جنهن تي ايڏو عذاب ڪيو پيو وڃي؟ انهن مون کي چيو تہ اڃان اڳتي هلو. پوءِ اسان اڳتي روانا ٿياسين ۽ هڪ اهڙي ماڻهو وٽ پهتاسين، جيڪو پُٺي پر سُتل هيو ۽ ٻيو شخص هڪ وڏي پٿر سان ان جو مٿو چٿي رهيو هو. جڏهن اُهو پٿر ڪڍڻ لاءِ ويو پئي، تہ ان ليٽيل شخص جو مٿو وري صحيح ٿي پئي ويو ۽ اُهو وري پٿر ان جي مٿي تي هڻڻ لڳو ۽ اهو عذاب جو سلسلو ائين ئي هليو پئي. مون ٻنهي ساٿين کان پڇيو تہ اهو ڪير آهي. جنهن جو مٿو چيپاٽيو پيو وڃي؟ انهن چيو تہ اڃان اڳتي هلو. پوءِ اسان هڪ باهہ جي تندور تي آياسين، جنهن جو مُنهن سوڙهو ۽ پيٽ تمام ڪشادو هو ۽ ان مان باهہ جا شعلا اُڀري رهيا هئا ۽ ان تندور ۾ تمام گهڻا اگهاڙا مرد ۽ عورتون سڙي رهيا هئا ۽ باهہ جي شعلن سبب هيٺ مٿي ڪجي رهيا هئا. مون ساٿين کان پڇيو تہ اهي مرد ۽ عورتون ڪير آهن؟ انهن چيو تہ اڃان اڳتي هلو. پوءِ اسان هڪ رَتَ جي درياءَ وٽ آياسون، جنهن جي وچ ۾ هڪ شخص غوطا کائي رهيو هو ۽ هڪ ٻيو شخص ڪناري تي پٿر ڪنيو بيٺو هو، جڏهن اُهو شخص غوطا کائيندو ڪناري جي ويجهو پئي آيو تہ ان شخص ڪيس پٿر هڻڻ شروع ٿي ڪيا ۽ اهو ٻيهر وچ درياءَ ۾ پهچي ٿي ويو ۽ اُهو عذاب مسلسل هلندو پئي رهيو، مون پڇيو تہ اُهو ڪير آهي؟ انهن چيو تہ اڃان اڳتي هلو. پوءِ اسان هڪ سرسبز باغ ۾ پهتاسيون، جنهن ۾ هڪ وڏو وڻ هيو ۽ ان جي پاڙ وٽ هڪ پير مرد ويٺل هو ۽ ان جي چوڌاري تمام گهڻا ٻارڙا ويٺل هئا ۽ هڪ اهڙو شخص بہ ڏٺم جيڪو باهہ ٻاري رهيو هو، پوءِ اسان هڪ وڻ تي چڙهياسين، پوءِ ٻنهي ساٿين وڻ جي وچ تي ٺهيل هڪ محل ۾ مون کي داخل ڪيو ۽ اهڙو خوبصورت محل مون ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هيو، ان محل ۾ ٻار، پيدا، جوان

۽ عورتون هيون، پوءِ وري اجان به متي چڙهياسون ۽ هڪ ٻئي محل ۾ داخل ٿياسين. جيڪو پڻ تمام خوبصورت هيو ۽ ان ۾ به ننڍا ٻار، پوڙها، جوان ۽ عورتون هيون، پوءِ مون (محمد ﷺ) انهن ٻنهي کي چيو ته اڄ توهان مون کي گهڻوئي سير ڪرايو آهي، پر هاڻي خبر ڏيو ته جيڪي عجائب اسان ڏٺا، انهن جي حقيقت ۽ سبب ڪهڙا هيا؟ پوءِ انهن ٻڌايو ته: پهريون ماڻهو جنهن جون واڇون لوهي انبورن سان چيريون پئي ويون، اهو ڪوڙ هڻندڙ شخص هيو. جيڪو ڪوڙيون ڳالهيون ناهي ماڻهن ۾ ڦهلائيندو هو ۽ ان تي اهو عذاب قيامت تائين جاري رهندو. ٻيو شخص جنهن جو متو پٿرن سان چٿيون پئي ويو، اهو شخص آهي جنهن کي الله قرآن سيکاريو، مگر اُهو ان تي عمل نه ڪندو هو ۽ ان تي به اُهو عذاب ٿيندو رهندو. ٽيان اُهي اگهاڙا مرد ۽ عورتون جيڪي باهه جي تندور ۾ سڙي رهيا هئا، اُهي زنائون ڪندڙ هئا. جيڪي الله جو خوف نه ڪندا هئا. انهن تي به اُهو عذاب قيامت تائين ٿيندو رهندو. چوٿون اُهو شخص جيڪو رت جي درياءَ ۾ غوطا کائي رهيو هو ۽ ان کي پٿر لڳي رهيا هئا، اُهو وياج خور هيو، ان تي به اُهو عذاب قيامت تائين ٿيندو رهندو. (معاذالله) اُهو پير مرد جيڪو وڻ جي هيٺان وينو هو، اُهو حضرت ابراهيم عليه السلام هو ۽ اُهي ٻار جيڪي ان جي چوڌاري وينا هيا سي ماڻهن جي اولاد مان هيا، جيڪي ننڍي عمر ۾ گذاري ويندا آهن ۽ باهه کي ٻارڻ وارو شخص دوزخ جو داروغو هو ۽ وڻ تي پهرين محلات جيڪا اوهان ڏٺي، اُها مؤمنن لاءِ آهي ۽ هي ٻي محلات جتي اوهان بيٺا آهيو سا شهيدن لاءِ آهي ۽ آئون جبرئيل آهيان ۽ هي ميڪائيل آهي.

**حاصل مقصد:** اي عزيز! قرآن پاڪ جي آيتن ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن جي مبارڪ فرمانن مان ثابت ٿيو ته وياج ڏيڻ ۽ وٺڻ سخت حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. وياج کائيندڙ لاءِ دنيا ۾ سخت تنگي، مشڪلاتون ۽ آفتون آهن ۽ آخرت ۾ وياج خور لاءِ جهنم جو دردناڪ عذاب آهي. شال رب ڪريم پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جي صدقي هر هڪ مؤمن مسلمان کي وياج جهڙي حرام مال کائڻ کان بچائي. (آمين)

# وياج جا چند مسئلا

❀ مسلم شريف ۾ حضرت عباده رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو: سون کي سون جي بدلي ۾، چانديءَ کي چانديءَ جي بدلي ۾، ڪڻڪ کي ڪڻڪ جي بدلي ۾، جَون کي جَون جي بدلي ۾، کجور کي کجور جي بدلي ۾ ۽ لوڻ کي لوڻ جي بدلي ۾ برابر برابر ۽ هٿو هٿ وڪڻو ۽ جنهن وڌائي ورتو يا وڌائي ڏنو ته ان وياج ڏنو يا ورتو.

❀ بخاري شريف ۽ مسلم شريف ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته: رسول الله ﷺ جن هڪ شخص کي خيبر جو حاڪم بنايو هو ۽ ان حضور جن جي خدمت ۾ سُٺيون کجورون پيش ڪيون، پاڻ فرمايائون ته ڇا خيبر جون سڀئي کجورون اهڙيون آهن! عرض ڪيائين ته نه يارسول الله ﷺ! اسان سادين کجورن جا ٻه ٽويا ڏيئي، انهن سُٺين کجورين جو هڪ ٽويو وٺندا آهيون. پاڻ فرمايائون ته ائين نه ڪريو (ڇو ته اهو وياج آهي) بلڪ سادي کجور جا ٻه ٽويا وڪرو ڪري، انهن جي رقم مان سُٺي کجور جيتري ملي اُها خريد ڪيو.

❀ جيڪا شيءِ ماپ ۽ تور سان وڪجي ٿي، ان کي جڏهن پنهنجي جنس عيوض بدلايو ويو ۽ هڪ طرف وڌائي ڏنو ويو ته اُهو وياج آهي ۽ حرام آهي. مثال طور: ڪڻڪ جي عيوض ڪڻڪ يا جَون جي عيوض جَوَ (جنس جي چڱي يا خراب هجڻ سبب) ڪجهه مقدار وڌائي يا گهٽ ڪري معاملو ڪيو ويو ته اُهو وياج آهي، پر جيڪڏهن سُٺي ڪڻڪ هڪ مڻ، پراڻي ڪڻڪ جي هڪ مڻ عيوض وڪرو ڪئي وئي ته هائي وياج ناهي، يعني ساڳي جنس جي وڪري ۾ ماپ ۽ تور جو برابر هجڻ ضروري آهي.

❀ جيڪڏهن ٻنهي شين جي جنس مختلف آهي يا اُها شيءِ ماپ ۽ تور واري ناهي ته ان ۾ وڌائڻ گهٽائڻ وياج ناهي. مثال طور: ڪڻڪ ۽ چانور ٻه جدا جنسون آهن، جيڪڏهن هڪ مڻ ڪڻڪ ڏيئي اڌ مڻ چانور ورتا ويا ته اُهو

وياج ناهي، يا هڪ مڻ لوڻ ڏيئي ڏهه سير ڪجور ورتي وئي ته اُهو وياج ناهي.

❀ ٻنهي شين جي جنس ساڳي هوندي ته وياج لازم ايندو. مثال طور: اڌ مڻ تازي ڪڻڪ ڏيئي، مڻ پراڻي ڪڻڪ وٺڻ وياج آهي.

❀ هڪ ٻي جنس جي ڏيتي ليتي جو جائز طريقو هي آهي ته هڪ جنس جو وڪرو ڪري، ان جي رقم مان ٻئي جنس وٺڻ گهرجي. مثال طور هڪ ڪلو يا هڪ مڻ سادا چانور وڪرو ڪري انهن پئسن مان اڌ ڪلو يا اڌ مڻ سُنا چانور خريد ڪرڻ جائز آهي يا سُٺي ڪجور جو اڌ مڻ وڪرو ڪري، انهن پئسن مان هڪ مڻ سادين ڪجورن جو خريد ڪرڻ جائز آهي.

❀ ڪنهن کي اوڌر تي ڪجهه رقم يا ڪا ٻئي شيءِ ڏيئي، واپسي وقت ڪجهه وڌائي وٺڻ وياج آهي ۽ حرام آهي.

❀ وزن ڪري وڪرو ڪرڻ واري شيءِ عددي شيءِ جي عيوض گهٽائي وڌائي وڪرو ڪرڻ وياج ناهي. مثال طور: ڪچو گوشت ڪنهن زنده جانور جي عيوض ڏيڻ جائز آهي.، ڇو ته گوشت وزني آهي ۽ جانور عددي آهي.

❀ هڪ ڪلو چانور ڏيئي، ڏهه عدد بيضا وٺڻ وياج ناهي، ڇو ته چانور وزني ۽ بيضا عددي آهن.

❀ سڪل ڪارڪون هڪ مڻ ڏيئي، ڪچيون ڪارڪون هڪ مڻ وٺڻ جائز آهي، پر هڪ مڻ سڪل ڪارڪون ڏيئي اڌ مڻ آليون يا ڪچيون ڪجور وٺڻ وياج آهي.

❀ جيڪڏهن ڪو دوڪاندار ڪا شيءِ روڪ رقم ۾ هڪ سؤ روپين ۾ ڏئي ٿو، پر اُها شيءِ ڪنهن کي اوڌر تي سوا سؤ روپين ۾ وڪڻي ۽ گراهڪ کي ٻڌائي ته روڪ ۾ هي قيمت آهي ۽ اوڌر ۾ هن قيمت ۾ ڏيندس ته اُهو ناجائز (ظلم) آهي.

❀ هڪ ماڻهو ڪنهن ٻئي کي ڏهه مڻ ڪڻڪ ڏني ۽ چيائين ته ايندڙ سال جڏهن نئين ڪڻڪ لهي ته مون کي ڏهه مڻ واپس ڪجانءِ، ته اُهو جائز آهي.

❀ بخاري شريف ۾ حضرت ابوبرده رضي الله عنه کان روايت آهي ته آئون مديني شريف ۾ حضرت عبدالله بن سلام رضي الله عنه جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ته مون کي فرمايائين: تون اهڙي هنڌ رهين ٿو جتي اکثر وياج جو ڏنڌو هلي ٿو، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن شخص جي ذمي تنهنجو ڪو حق هجي ۽ اهو شخص تو کي (رعايت ڪرائڻ خاطر) ڪجهه مال تحفو يا هديو ڪري ڏئي ته اهو هرگز نه وٺجانءِ، ڇو ته اهو به وياج آهي.

الله تعاليٰ کان دعا آهي ته رب ڪريم هر مسلمان کي هر قسم جي حرام مال بالخصوص وياج کائڻ کان بچائي. (آمين)

# وما علينا الا البلاغ المبين

اللهم فقهنا في الدين و اعطنا حبک وحب حبيبک رحمة للعالمين واجعلنا من عبادک المفلحين ومن جماعة الصالحين برحمتک يا ارحم الراحمين وصلي الله علي سيدنا محمد و عليٰ آله وصحبه اجمعين. (آمين)



Being himself great scholar he gave special attention towards the education of his jamma'it. In this regord he made publication & distribution of translation of Holy Quran (which was written by Molvi Muhammad Siddique Hydrabadi) under- the namer of "Tafseer-i-Kauthar", beside this he published & distributed Various religious booklets. Now I am going to present you these booklets with correction & new publication. I found these five booklets in the library of my respected teacher Allama Mufti Abdul Raheem Sikandri at Madarsa sibghat-ul-Huda Shah pur Chakar.

Actually these five booklets were written by Molvi Faqeer Muhammad Raheem Rajar & frist time published by Hakem Ghulam Nabi Lahori from Lahore in 1914.A.D. As these five booklets were based on important religious problems, therefore I begged permission for republishing of these booklets from our present spiritual leader & Murshid Hazarat Syed Shah Mardan Shah II Pir Pagaro vii, who heartily permitted me.

Therefore once again these five booklets (bynamed Tohfat-ul-Murishideen) are in your hands with correction and new look.

Hazrat Pir Saeen Syed Shah Mardan Shah'i (title Koat Dhani) Left this immortal world on 9th of November 1921 AD (1340AH).

May Allah bless him.

**MUHAMMAD YOUSIF SIKANDARI**

# PREAFACE

Dargah Hazrat Pir Saeen Syed Muhammad Rashid Rozi Dhani "the Qadria Rashidia Dargah of Pir jo Goth" has always been matchless in the Preaching of Islam and making people strict followers of Sharee'at & Sunn'at.

The Fifth successor of Dargah Sharif was Hazarat Syed Shah Mardan Shah I (title Peer Saeen Koat Dhani) who was born on 7th of Safar 1279-A.H at Pir jo Goth. He got his education from his father Hazrat Pir Syed Hizbullah Shah (title Peer Saeen Takhat Dhani) and other renowned scholars. For his great knowledge he was blessed with the title of "Shams-ul-Ulma" (the sun of scholars). He became the successor of Dargah Qadria Rashidia at the age of 35. At that time sub continent was ruled by British Govt which was too much against Pir pagara & his followers, so he faced all difficulties by British Govt with brave heart. For the betterment & teaching of Hur Jamaa'it, he made various visits to his followers. He borught his followers on true path & made them free of bad traditions. He appointed various scholars to preach his followers on the Eid festivals specially at the time of Eid Mairaj-un-Nabi. When great scholars were invited from whole the Sindh. Beside this he arranged various wazeefas for scholars, poets, literary people and for poor. During drought he would distribute thousands mons of grain and a large number of clothes among drought striken poor. He enlarged the area of Madarasah 'Jamia Rashidia' which is still keeping its job- on.

# TOHFAT-UL-MURSHIDEEN

*Five Books*
Printed on behalf of
HAZRAT PIR SAEEN
**SYED SHAH MARDAN SHAH**
Awwl (Koat Dhani) (R.A.)
(1279-1340 AH)

*Compiled by:*
HAFIZ FAQEER
**MUHAMMAD YOUSIF**
Bhambhro Sikandari

**SIKANDARIA PUBLICATIONS**
Dargah Shareef
Pir jo Goth

